حق موجود

یاعلي ؑ مدد

سدا موجود



# گل



# سندو گيان



قادري سروري غمکساري رحمة الله عليه

## ڪلام فقير گل حسن مهيسر

# (رسالو)

# گل سندو گيان

## (مختصر سوانح ۽ ڪلام)

## سَري فقير گل حسن مهيسر

### قادري سروري غمڪساري رح

زير نگراني:

محترم جناب فقير نانڪ يوسف مهيسر صاحب قادري سروري غمڪساري

(موجوده گادي نشين سَري فقير عبدالرحمان غَمُڪُسارُ

رضوان الله تعاليٰ عليه جن جو)

چپائيندڙ:

**محترم جناب فقير منور علي مهيسر صاحب**

**قادري سروري غمڪساري**

محترم فقير مقبول احمد سومرو صاحب (اباوڙو)

مرتب: علي رضا پرڙو

ڪتاب جو نالو : **گل سند و گيان** (مختصر سوانح ۽ ڪلام)

ليکڪ : سَري فقير گل حسن مهيسر قادري سروري غمڪساري

زير نگراني : محترم جناب نانڪ يوسف مهيسر صاحب
قادري سروري غمڪساري.

ڇپائيندڙ : محترم جناب فقير منور علي مهيسر صاحب_مقبول احمد سومرو

تعاون : فقير الطاف حسين عرف شيرل فقير، فقير اسرار علي،
انور علي مهيسر غمڪساري غلام

مرتب : علي رضا پرڙو غمڪساري غلام

ڇاپو : پهريون جنوري 2013ع

ڳاڻيٽو : هڪ هزار

ڪمپوزنگ : شيخ رفيق _ آزاد ڪمپيوٽر ڪميونيڪيشنز لاڙڪاڻو

ٽائيٽل : حبيب الله شيخ_ شان پرنٽرز لاڙڪاڻو.

### خاص ملڻ جو ماڳ:

درگاهہ شريف "غمڪسار آباد" ضلع خيرپور ميرس
تعلقہ ڪنگري، ڳوٺ "رفيق مهيسر"

# ارپنا:

هي ڪتاب ”گل سندو گيان“ سائين نينگر صاحبزاده فقير سلمان علي عرف فقير گل حسن ولد فقير ارشاد علي قادري سروري جن جي نالي ڪريون ٿا.

ساڻ ڪوڙ ساتري پيار ۽ محبت سان. جو هي ڪتاب ٻه فقير گل حسن قادري سروري جن جو آهي ۽ ارپنا ٻه اهڙي نينگر جي نالي تي ڪئي وئي آهي، جن جو نالو ٻه فقير سائين جن جي نالي سان منسوب ٿيل آهي. جملي سپ ”درگاهه غمڪسار آباد“ سان وابسته. طالب فقراءَ يا محبت رکندڙ سيئي سائين نينگر کي ساڻ محبت جي واڌايون پيش ڪري ”حق موجود“ چئي دعا طلبيون ٿا.



فقير سلمان علي

بسم الله الرحمن الرحيم

## سنائُ:

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

# پيش لفظ

سڀ تعريفون ان پاڪ ذات پروردگار جي ذات صفات کي سونهن ٿيون، جيڪو هر زماني، هر زمان، جن، ملڪ، انسان ۽ ساري ڪائنات جي ذري ذري جو مالڪ معبود آهي ۽ سدا پنهنجي فضل رحيمي سان پيو سڀ ڪجهہ هلائي. سندس هن ڪثرت جي جهان جي انسانن ۾ ڪي اهڙيون شخصيتون پيدا ڪيون جو "نبيءَ" جو رتبہ ساڻ ڪري آيا جن انسانيت سيکاري ۽ رب پاڪ جي سڃاڻ ڏني ۽ سندن ڌرتي تي سهڻو ڪردار هميشہ روشن رهيو. هن ڌرتيءَ تي ڪن انسانن جي زندگي سٺي طرح گذرڻ، سفر جي سولائي، وقت جي بچت، دنيا جي معلومات حاصل ڪرڻ جهڙيون ايجادون تيار ڪري سائنسدان جي نالي سان ڪتابن ۾ تاريخ جو حصو بڻجي ويا. ڪي موسيقي جي دنيا ۾ مهارت رکي ساز آواز ۾ ڪڏهن مرليءَ سان مستان ڪري، ڪڏهن تند جي آواز سان راجا راءِ ڏياچ جو سِر ڪپيو تہ ڪڏهن انحدي بين سان من موهي ۽ ڪڏهن پيغام حق عارفن جي ٻولي پيش ڪري ڪيئي دليون روشن ڪري، سدا حيات آواز سڏجن پيا. ڪي انسان حاڪم بڻجي حڪم هلائي، ملڪي نظام سنڀالي پنهنجي ڪردار سان تاريخ ۾ ڳڻجن پيا. اهڙيءَ طرح خدا پاڪ ج جي طرفان موڪليل خاص الخواص سندس پيارا اولياءِ فقير، جيڪي هن ڌرتيءَ تي تشريف آور ٿي، هادي، رهبر رهنما ڪامل، مڪمل ۽ اڪمل بڻجي پنهنجي ظاهر حياتيءَ ۾ طالب المولىٰ انسانن کي قدرتي، مخفي، باطني، روحاني، وجودي يا لاوجودي راز سمجهائي عروج ۽ نزول ڪرائن پيا. مگر ظاهري زندگيءَ جي

رحلت بعد بہ سندن فيض عنايت جو بحر، ظاهر حياتيءَ جيان، ساڳي طرح ئي روان دوان آهي.

حديث: "اِنَّ اَوْلِيَاءَ اللهِ لَا يَمُوْتُوْن "(تحقيق الله جا اولياء نہ مرندا آهن). هاديءَ در گھڙيءَ گھڙيءَ شڪرگذار آهيان، جو هن ناهنجار ۽ ناقص سمجھہ رکندڙ ناچيز تي عنايت عطا ۽ اجازت امر، حضور هادي فقير گل حسن قادري سروري غمڪساري سائين جن جي نظمي ۽ نثري مواد ۽ سوانح جي سفر کي قلم بند ڪرڻ جو حڪم مليو آهي، جيڪو ڪتاب "گُل سندو گيان" جي نالي سان هر عام ۽ خاص انسانن لاءِ راهہ هدايت عيان ڪري ٿو. جنهن ۾ "طالب حق" وارن لاءِ سندن فرمايل ڪجھہ هدايتون درج ٿيل آهن، ان سان گڏ سندن هدايت ڀريا ڪافي دوهڙا شامل آهن. باقي سندن ڪافيون چيل صرف بہ ملي سگھيون آهن ۽ مناجات سدائون بہ غازي پاڪ علمدار سائين رح ۽ هڪ سدا چيل حضور انور مشڪلڪشا علي سائينءَ جن کي آهي، سي هن ڪتاب ۾ درج ڪيون ويون آهن.

**فقير جو حال ظاهر ۾:-** سندن شاعري اڪثر ڪري عاجزي انڪساري ۽ هيڻاهين حال جي ملي ٿي، پاڻ کي اعليٰ درجي جو جيترو وڏو باطني روحاني قرب ڪمال ۽ منصب فقيري عطا ٿيل آهي وري ظاهر ۾ اوترو هيڻاهون حال هليا آهن. پاڻ جڏهن ڪنهن بہ اولياء الله فقير جو رسالو پڙهندا هئا، تہ ان روحاني حقيقت حال کان واقف ٿيندي، ڪيفيت حال اهڙي ۾ اچي ويندا هئا، جو ڪين نيڻن مبارڪ مان لڙڪن جون قطارون جاري رهنديون هيون، سماع ٻڌڻ سان ڪين ذاتي ذوق شوق هوندو هيو ۽ سماع دوران ڪڏهن ڪڏهن مستيءَ جي حال ۾ اچي رقص ڪندا هئا ۽ ڪڏهن پاڻ بہ ويراڳن سان گڏ ڳائيندا هئا. ۽ ڳائڻ وقت بہ اڪثر نيڻ ساڳي طرح نار وهائڻ

جي ڪيفيت ۾ هوندا هئا. راڳ راڳڻين يا ريڊمر ماترن جي ڪافي مهارت رکندا هئا. اڪثر ڪري سدائن جا ڪلام، هجر فراق ۽ نظارو يعني سونهن جي تعريف گهڻو پڌرڻ پسند فرمائيندا هئا.

انسان جي سهڻي صورت جو ديدار ڪرڻ، ته ڇڻ سندن ڪمزوري هوندي هئي. ان سونهن مان خدائي نور جي جلووي جو قرار وٺندا هئا. سندن زندگي حال فقيري ۾ گذارڻ جو نمونو تمام منفرد، عجيب و غريب هيو. اڪثر پيادل سفر ڪندا هيا يا پيڊل سائيڪل يا گهوڙي سواري سان سفر ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن بس جي سواري به ڪندا هئا، توڙي حجر يا غم ملندو به هيو تڏهن به ڪڏهن چهري ۾ مايوسي نه آنداڻون. سدائين مسڪراهٽ ۾ هوندا هئا ۽ محفل ۾ ڪچهري ڪي لطيفه ٻڌائي سموري محفل کي خوشگوار بڻائيندا هئا. طالبن، دوستن، مائٽن ۽ ڪچهري ۾ گڏيل صحبت رکندڙ انسانن سان اهڙي هلت هلندا هئا، جو هرهڪ ماڻهو ائين سمجهندو هيو ته فقير سائين پنهنجي پيٽ م مون سان زور ٿهيل آهي ۽ مون تي گهڻو راز اٿس. پاڻ کي فقيري رنگ جي حساب سان مشهور ٿيڻ پسند نه ڪندا هئا. اگر ڪوئي طالب فقير سائين جن کي عام ماڻهن ۾ ڳالهيون ٻڌائي مشهور ڪندو هيو ته ان سان ناراض ٿيندا هئا، يا اوڏانهن وڃڻ ڇڏي ويندا هئا. ڪنهن به طالب ڏانهن ويندا هئا ته ان کي خفا ٿيڻ نه ڏيندا هئا، ته متان مسڪيني حال جي ڪري سوچي، ته سائين آيو آهي. هاڻ ڪو ڪڪڙ کهان يا ٻلي ماني کيان، بلڪل ان جي خلاف هيا، ٻلي تڏي ٿيل پاٽ هيٺان يا ڪاريءَ ۾ ماني اڳئين ويلي جي پيل هجي اها به کائڻ پسند ڪندا هئا. يا ڪنهن جي غريبت کي ڏسي پاڻ ان طالب کي پئسا ڏيندا هئا، ته دال وٺي اچ ته اها گڏجي کائيندا سين. فيض فقيري به ڪن کي هلندي يا

سچي دل سان رياضت درگاه شريف تي ڪندي ڏسڻ سان روحاني رنگ پنهنجي نگاهہ عنايت سان عطا ڪندا هئا يا ان جو ڪنهن بہ سوال جي پوري ٿيڻ لاءِ دعا ڪري باطني منظوري وٺندا هئا ۽ وري ڪيترن طالبن تي عزت، غيرت يا الٽي روش ڏيکاري، آزمائش جون ڪسوٽيون هڻندا هئا. پوءِ جيڪو پڪي وچي يا مضبوط يقين تي بيهي، جيڪو بلڪل سچو ثابت ٿيندو هيو. انهيءَ تي عنايت ڪرم ڪندا هئا.

رهائشي تعارف:- حضرت محمد عثمان فقير قادري سروري غمڪاري رح پنهنجي پاءُ فقير غمڪساري رح مرشد سان گڏجي، پنهنجي اباڻي ڳوٺ "حافظ سڄڻ مهيسر" جيڪو ڪنگري تعلقي ۾ درياءَ جي پرسان ڪچي طرف آهي، اتان اچي مدرسہ امروٽ ۾ گڏ ديني تعليم حاصل ڪيائون ۽ بعد ۾ ڳوٺ "رفيق مهيسر" ۾ مائٽي ڪرڻ جي سبب هميشہ رهائش پذير ٿيا. هن وقت ڳوٺ جي اوڀر طرف ۾ سندن "مئخانہ غمڪسار" ۽ درگاهہ "غمڪسار آباد" آهي. فقير محمد عثمان قادري سروري رح جن کي بہ فرزند ٿيا. سندن اسم شريف هن ريت آهي: پهريون فقير علي حسن قادري سروري غمڪساري رح ۽ هن فقير سائين جن کي ٽي نينگر ٿيا. فقير [illegible] حسين "شيرل" قادري سروري غمڪساري، فقير شفقت حسين مهيسر قادري سروري غمڪساري ۽ فقير منور علي مهيسر قادري سروري غمڪساري جن ٿيا. ۽ فقير محمد عثمان قادري سروري غمڪساري جن جو ٻيو نينگر آهي. 2 فقير گل حسن قادري سروري غمڪساري رح ۽ هن فقير سائين جن کي بہ ٽي نينگر ٿيا: فقير محمد يوسف عرف نانڪ يوسف مهيسر قادري سروري غمڪساري، فقير ارشاد علي قادري سروري غمڪساري ۽ فقير انور علي مهيسر قادري سروري

غمڪساري جن، فقير علي حسن سائين ۽ فقير گل حسن سائين جن. پنهنجي چاچا سائين سَري فقير غمڪسار قادري سروري رضوان الله تعاليٰ عليه جن جا طالب آهن. سندن روضه حديره شريف، درگاهه غمڪسار آباد ۾ آهي. جنهن ۾ حاليه وقت ۾ اندر چار مزارون شريف آهن. 1. اوڀر طرف کان حضور هادي سَري فقير غازي غمڪسار سائين جن جي مزار شريف جي آهي ۽ ٻئي نمبر تي اولهه طرف ۾ سندن ڀائٽي فقير علي حسن سائين رح جن جي مزار شريف آهي. ۽ ان مزار کان اولهه طرف فقير غمڪسار سائين جي ڀاءُ فقير محمد عثمان رح جن جي مزار آهي، ۽ آخر ۾ اولهه طرف کان فقير گل حسن سائين قادري سروري جن جي چوٿين مزار شريف آهي. اهڙي طرح حديره شريف ۾ هن وقت چار مزارون شريف آهن ۽ صحن تي سندن ٻن طالبن فقيرن جون مزارون آهن هڪ خان محمد فقير جي ۽ ٻي عبدالله فقير جي ۽ ٽين مزار وچ ۾ گهوڙي جي آهي جنهن تي پاڻ سواري ڪندا هئا. حديره جي ٻاهران لڳ اوڀر طرف ۾ "علم پاڪ" نسب ٿيل آهي.

حضور گل حسن فقير سائين رح ۽ سندس ڀاءُ حضور علي حسن فقير سائين رح جن جو ساليانو عرس مبارڪ به درگاهه غمڪسار آباد ۾ هر سال "چوڏهين رجب" تي وڏي ڌام ڌوم، محفل سماع ۽ تمام لنگر جي انتظام سان ملهايو ويندو آهي. درگاه غمڪسار آباد جا اول سجاده نشين هيا فقير گل حسن قادري سروري غمڪساري جن ۽ هن وقت سندن وڏو نينگر درگاه غمڪسار آباد جي سجاده نشين جي ذميواري جا اڪثر انتظام حضور نانڪ يوسف فقير سائين جن هيا جي نظر تحت هوندا آهن ۽ جملي فقير گل حسن رح يا فقير علي حسن رح جن جي اولاد شريف خود هر قسم جي سنڀال ۽ رياضت ۾

مشغول نظر ايندا آهن. سرڪاري ملازمت يا زندگي مسروفيتن باوجود بہ سڄي سال ۾ ٿيندڙ پروگرام ۾ ارها، ميلو يا تقريباً هر مهيني ڪا نہ ڪا تاريخ ملهائي ويندي آهي، جملي سيني تاريخن جو انتظام سائين نينگر پاڻ سنڀاليندا آهن درگاه شريف تي ايندڙ طالب، طالبن جي اولاد يا زائرين کي قرب محبت ۽ شفقت جي نگاه سان ڏسندا آهن ۽ سندن وس آهر همدرد هوندا آهن. ان سان گڏ انسانيت، انصاف، محبت ۽ عشق اِلٰهي جو درس درگاه شريف تان نظر ايندو آهي. شال هن ناقص نماڻي تي راضي رهن آمين.

**علي رضا ٻرڙو**



## مختصر سوانح ـ حضور هادي فقير
## گل حسن "گل" مهيسر سائين قادري سروري غمڪساري رح

هر هڪ جهان تي ان قادر ڪريم حضور انور ذات پاڪ حق تعاليٰ سائين جا اڻ ڳڻيا لاشمار ڪرم ۽ قرب آهن، جنهن پنهنجي قدرت سان هر شيءِ کي سهڻو ڪري بنايو آهي ۽ هر شيءِ ۾ پنهنجي ظاهري باطني رمز حڪمت سان ڀرپور جوڙي آهي. اهڙي عنايت، اهڙو قرب فضل ۽ اهڙي خاص ڀاڳ هن اسان جي ملڪ پاڪستان جي صوبي سنڌ تي وڏا وڙ ڪيل آهن. (هي اسان جي سنڌ سگهوري سرسبز علائقو دل کي ليائيندڙ آهي. سنڌ ۾ ريگستان علائقو بارش پوڻ بعد هن علائقي جي ساوڪ ۽ فصل ڏسندي عقل حيران ٿيو پوي، سنڌ جو رڻ پٽ علائقو قدرت جي نعمتن کان خالي نہ آهي. سنڌ جو جابلو علائقو تہ قدرتي معدنيات سان ڀريل ۽ دلڪش نظارا هر قيمتي جانور پکي ۽ جڙين ٻوٽين سان ڀريل آهي. اهڙي نموني جيئن هر علائقي ۾ پنهنجو پنهنجو قدرتي نظارو ۽ نعمت رکيل آهي، تهڙي طرح سال جي هر ٽن مهينن بعد اندرونِ سنڌ ۾ موسم تبديل ٿيڻ سبب، سيارو بهار ۽ اونهارو جو بہ پنهنجو پنهنجو مزو آهي. وري خاص الخاص نعمت سنڌ ڌرتيءَ تي اها آهي تہ هتان جا ماڻهو مهمان نوازي ۾ تمام اڳڀرا آهن، پنهنجن پراون يا ڌارين تي بہ رحم ڪائڻ وارا ۽ همدرد آهن. تنهنڪري اهن علائقي کي تمام گهڻو پسند فرمايو آهي. اهلبيتن، اوليائن، الله وارن فقيرن هن ڌرتيءَ جي حصي تي ڪيترن اوليائن وڏن وڏن فقيرن جي پاڪ روحن جي آمد ٿي آهي ۽ ڪن سنڌ سگهوري ۾ جنم ورتو آهي. جيئن تہ عربستان جي علائقي ۾ تمام نبين جي آمد مبارڪ ٿي آهي، تهڙي طرح سنڌ سگهوري ۾ زياده الله وارن اوليائن فقيرن جي آمد رهي آهي. اهڙي قسم جي آمد مان هڪ خاص الخاص فقير، رهبر ۽ رهنما، محبت ۽ عشق الاهي رکندڙ امير، سيرت

۽ صورت جو سهڻو بيڪسن جي واهر، سدائين غازي سائين ۽ پنجن تنن جي اڪير رکندڙ حضور هادي فقير گل حسن "گل" قادري سروري غمڪساري مهيسر سائين رح جو مختصر ذڪر لکجي ٿو. هن. فقير سائين جن جي بہ آمد جنم بہ هن سنڌ ڌرتي سڳوري تي ٿي آهي. (هن وقت ماحول کي خراب ڪرڻ جي ڪوشش نفساني يا شيطاني شر کي امن ۾ خلل وجهڻ جي ڪوشش ڪري سنڌ جي امن ۽ مهمان نوازي جي تاريخ کي وڃائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي، مگر الله وارن جي دعا ۽ ڪرم سان سنڌ سدائين آباد، امن محبت، مهمان نوازي سان برقرار رهندي آمين.

**فقير جي رهڻي ڪهڻي:** فقير گل حسن ولد فقير محمد عثمان مهيسر سائين جن جي ولادت با سعادت تاريخ 2۔ فيبروري 1926ع ۾ لڳ ڳوٺ رفيق مهيسر جي درگاهہ غمڪسار آباد ۾ ٿي. ننڍپڻ کان ئي تمام صالح، سلڇڻا، خوش مزاج. هر انسان لاءِ سٺي سوچ رکندڙ هر ماڻهوءَ سان ڏک ۾ همدرد رهيا. پاڻ دست بعيت پنهنجي چاچا سائين سر فقير غازي غمڪسار قادري سروري رح جا طالب ٿيا. پاڻ اَبَدَ ۾ ئي ولايت جي ورثي جا وارث ۽ صاحب ولايت هئا. نوجواني عُمر ۾ طالب ٿيڻ سان جلد ئي باطني روحاني رمزون نمودار ٿيڻ لڳيون. ۽ جيڪو فقيري منصب روحاني باطني عطا ٿيڻو هيو سو ظاهري زندگي ۽ اسرار الاهي جو بحر سندن سيني ۾ روان دوان ٿي ويو. جيڪي انسان مولا پاڪ جل جلاله جي ملڻ جو عشق رکن پيا يا اهڙي طلب رکي ڪٿي طالب بڻيا هئا روحاني پنڌ نہ پئي ڪري سگهيا. تہ ان سلسلي ۾ هر سچي طالب پوءِ ڪٿان جو بہ يعني ڪهڙي بہ درگاهہ جو طالب ٿيل هجي، مگر ان جو روحاني اصلاح ۽ مدد وڏي شوق سان بحر عشق مان ڪندا هئا. پاڻ اگر ڪنهن ماڻهو کي طالب ڪندا هئا، تہ پهريائين ان طالب کي تمام گهڻو آزمائيندا

هئا. عجيب عجيب طرح سان جيڪي سچي مضبوط مولا پاڪ ع
جي محبت رکڻ وارا ثابت ٿيندا هئا انهن کي ئي پنهنجو طالب بڻائي
روحاني رستي سان منزل مقصود سمجهائيندا هئا. اڪثر ڪري
طالبن ڏانهن جڏهن آمد مبارڪ ٿيندي هئي ته گهر ۾ جيڪا ماني
ٽڪل يا موجود هوندي هئي سا ئي کائيندا هئا. ۽ ڪنهن ڪنهن
طالب وٽ ته پاڻ پنهنجي کيسي مان طالب کي پيسا ڏيندا هئا، ته دال
يا سبزي وٺي اچو توهان به کائو ۽ آءٌ به کائيندس. طالب ويچارا عرض
ڪندا هئا، ته سائين اسان ڪڪڙ ڪهي ٿا چاڙهيون. يا ڪا ٻي ماني
سٺي ٿا ڪيون. مگر پاڻ اهڙي اجازت نه ڏيندا هئا. ۽ پاڻ فرمائيندا
هئا، ته ادا اگر منهنجي اچڻ ۾ توهان کي به تڪليف جهڙو عمل،
جنهن ۾ ت وهان جو خرچ اچي اهڙو ڪندؤ ته آءٌ توهان ڏانهن ٻيهر نه
ايندس. پاڻ ڪڏهن به ڪنهن طالب کان رقم يا ڏن ڏٽُ وٺڻ پسند نه
فرمائيندا هئا. سندن محفل ۾ پاڻ اهڙي وڻندڙ خوش مزاج جي گفتگو
ڪندا هئا، جو ننڍي توڙي وڏي ڪنهن به ماڻهوءَ جي، ان محفل مان
اٿي وڃڻ تي دل نه گهرندي هئي. جتي به سندن آمد ٿيندي هئي، ته ان
پاڙي يا ڳوٺ جي ماڻهن ۾ تمام گهڻي سرهائي پيدا ٿيندي هئي. هر
انسان پنهنجي طالب نه هجي، اگر ڪنهن زماني جي گردش يا بيماري ۾
ڦاٿل آهي ته ان جي عرض ڪرڻ تي، سندس مٿان دعا جي نگاهه
ڪرم ڪندا هئا ۽ اڪثر انهن کي بارگاه الاهي مان معافي وٺي ڏئي،
سندن حاجت روائي ڪرڻ فرمائيندا هئا. پاڻ ڪڏهن مستي جي
عالم ۾ هوندا هئا ته ڪڏهن سالڪيءَ جي عالم ۾ هوندا هئا. پاڻ
ڪڏهن پنهنجي لباس ۾ پنهنجي گهوڙي، تمام سينگاريل تي چڙهي گهمندا
هئا. جتان گذرندا هئا ته دنيا جا اڻ واقف به سهڻي صورت ۽ سٺي
سواري کي ڏسي ادب ۽ عزت جي نگاهه سان ڏسندا ۽ ڀليڪارون
ڪندا هئا، ته ڪڏهن پنهنجي ڪنهن غريب طالب کي، پنهنجو

عمدو لباس پهرائي، سينگاريل گهوڙي تي ويهاري، پاڻ ان جو سادو لباس پائي گهوڙي جي واڳ وٺي پيادل گهمندا هئا. ته ڪڏهن رياست خيرپور کان لاڙڪاڻي ڏانهن ڪچي جو پنڌ پيادل ۽ ان جهنگل ۾ پيرين اگهاڙي ايندا هئا، جڏهن طالب عرض ڪندا هئا ته سائين هي اسان جي جتي پايو پاڻ ان فقير کي فرمائيندا هئا، ته ادا تون منهنجو طالب آهين يا مان تنهنجو طالب آهيان. طالب چوندو هيو سائين تون منهنجو مرشد آهين. بعد ۾ پاڻ فرمائيندا هئا، ته پوءِ تون چپ ڪري هل. اهڙي نموني عام دنيا جا ماڻهو سمجهي ئي نه سگهندا هئا، ته مرشد ڪهڙو اٿن، طالب ڪهڙا آهن. ڇو ته سائين پيرين اگهاڙي ۽ طالب جتين ۾ بوٽن سان هوندا هيا.

ڪنهن کي راهِ حق جي ابتڙ ڏسندا هئا، ته ان کي حق جي هدايت فرمائيندا هئا. اگر ڪوي چڙي پوندو هيو ته پاڻ ان سان نه چڙندا هئا ۽ اتان صبر ڪري هليا ويندا هئا.

پاڻ سهڻي صورت کي پسند فرمائيندا هئا ۽ عشق مجاز به اهڙو هوندو هين جو ڏينهن جو يا رات جو اڪثر ڪري محبوب جي صورت جو ديدار ضرور ڪندا هئا، تيستائين بيقرار رهندا هئا. ڪنهن به اولياء سڳوري جو رسالو پڙهندا هئا، ته سندن نيڻن مبارڪ مان آب جاري رهندو هيو. تمام سوز ۽ هجر هوندي به ٻين ماڻهن کي گفتگو ۾ کلائي انهن کي خوشيون ڏيندا هئا.

رات جو تنهائي پسند فرمائيندا هئا. اڪثر ڪري جاڳندي رات گذاريندا هئا. ڪڏهن ته ائين ٿيندو هيو جو صبح ٿي وڃي ۽ فقير سائين جن بيخودي جي حالت ۾ ڪنهن اوتائتي جاءِ ۾ سندن وار وڏا هوندا هئا، اهي ڪنهن رسي سان مٿي ڇڪيل ۽ ٻڌل هوندا هئا ۽ ائين ئي ساري رات عبادت ۾ گذاريندا هئا.

**اوصاف جسم مبارڪ:** سندن چهرو مبارڪ ڪشادو گول، نيڻ مبارڪ موهيندڙ چيروان نہ تمام وڏا نہ ننڍا. وار مبارڪ گهاٽا وڏا، سونهاري مبارڪ گهاٽي چاپهين، پوري پني رڪيل جيڪا تمام ٺهندڙ هئي. لب مبارڪن تي لالاڻ، ڏند مبارڪ چمڪدار تمام سهڻا، سندن قد مبارڪ اندازن ساڍا پنج فوٽ پورو وٽندڙ مضبوط نہ ڏگهو ۽ نہ ننڍو. رنگ مبارڪ وڻندڙ پورو.

**سندن پوشاڪ:** جيئن تہ جڏهن فقيري منصب عطا ٿيو ۽ علم لدني حاصل ٿيو ۽ مرشد پاڪ جي تمام مهر، ڪرم، عنايت ۽ پيار رهيو ۽ "سري فقير" لقب عطا ٿيو. ان سان گڏ باطني رمز ۾ هي فقير سائين تمام پيارو ايتري قدر حضور غازي عباس علمدار سائين جن ڪي هيو. جو سدائين فقير تي پنهنجي نگاهہ رکندا هئا ۽ غازي سائين جن پنهنجي طرفان باطني هڪ پوشاڪ بلو رنگ عطا فرمائي. (باطن ۾ سوز غم جي نشاني آهي) جيڪا ساري حياتي انهيءَ رنگ جي پوشاڪ پائڻ پسند فرمايائون ۽ ٻئي رنگ جي پوشاڪ نہ پائيندا هئا. تنهنڪري سندن ويس هلڪو بلو رنگ جو هوندو هيو ۽ مٿي تي پڳ مبارڪ بلو تہ ڪڏهن گيڙو رنگ جي پائيندا هئا. ڪڏهن سلوار تہ ڪڏهن گوڏ پائيندا هئا. ڪڏهن بوٽ تہ ڪڏهن چپل، تہ ڪڏهن پير اگهاڙا ڪري گهمندا هئا.

**سندن اولاد :** نرينہ اولاد ۾ ٽي نينگر اٿن. فقير محمد يوسف عرف نانڪ يوسف سائين، فقير ارشاد علي سائين ۽ فقير انور علي سائين ۽ ٽي پاڻتيا فقير علي حسن سائين جا نينگر اٿن فقير الطاف حسين عرف شيرل سائين، فقير شفقت حسين سائين، فقير منور علي سائين جن.

**سندن وصال مبارڪ:** من فاني جهان ۾ ارواحن جي

آمدرفت جاري آهي. هڪڙا روح اچن ٿا، تہ هڪڙا روح واپس وڃن ٿا. جيئن حضرت بلا شاهہ فرمايو آهي، "اُٿو ڙي سنيان ڪرو تياري بُلي شاهہ دي آئي واري". جيئن تہ هي جهان فاني آهي، تنهنڪري هر روح فنا واري ملڪ ۾ عارضي اچي ٿو سو بہ خدا پاڪ جل جلالہٗ سان ڪيل واعدو پوري ڪرڻ خاطر. ۽ سندس حضرت عشق جي امانت نازل ٿيل سان نڀائڻ خاطر ۽ ڪي روح ان ڪاميابيءَ جي راهِ هدايت ٻڌائڻ لاءِ انسان ذات جي رهبري ڪرڻ اچن ٿا. سي نبوت، امامت ۽ اوليائن فقيرن جي روپ ۾ مليل وقت رهبري ڪري واپس ورن ٿا. اهڙو وقت هن جهان ۾ حضور هادي فقير گل حسن سائين رح جن ڪثرت جي جهان ۾ وقت گذاري ويا ۽ برقعي مٿڻ جي سندن تاريخ وصال رحلت آهي 29۔جون سن 1977ع. شال فقير جو سايو ۽ اسان عاصن مٿان هميشہ نگاهہ ڪرم رهي. (آمين)



بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# فقير جون مليل ڪجهہ هدايتون

حضور هادي فقير گل حسن قادري سروري غمڪساريؒ جن جي رهاڻ ڪچهري صحبت منجهان مليل مختصر نصيحتون ڪجهہ درج ڪجن ٿيون، جيڪي سندن هڪ طالب فقير غلام حسين لاکي صاحب قلمبند ڪري محفوظ رکيون آهن ۽ سائين جن جي رهڻي ڪهڻي بابت هن طرح بيان اٿن، تہ قبلا سائين حضور گل حسن فقيرؒ جن، پنهنجي فقيري حالت کي هن ڪثرت جي ماڻهن کان لڪائڻ خاطر پنهنجي ظاهري زندگيءَ جو قول فعل عام ماڻهن جي اڳيان اهڙي طرح پيش ڪرڻ فرمائيندا هئا. جو جهڙي تهڙي ماڻهوءَ جو پختو يقين ۽ عقيدو اڪثر متجي ويندو هيو ۽ فقير سائين جن کي وڏو عياش يا زماني جو ماڻهو سمجهي ويهندو هيو.

خود پاڻ فقير سائين جن، پنهنجي پيارن طالبن، پنهنجي عزيزن، پنهنجي اولاد کي ظاهري ڪثرت واريون ڪسوٽيون، غيرت، نفرت ۽ چڙ جهڙن سان آزمائيندا هئا. ڪيترن جا پير ترڪي ويندا هئا ۽ معيار تي پورا نہ ايندا هئا. ۽ جيڪي ايندا هئا، تن تي مهر نظر روحاني رمز حضرت عشق واري جي عنايت عام ڪرڻ فرمائيندا هئا.

پاڻ شريعت محمّدي جو خاص خيال رکندا هئا. سندن زبان مبارڪ تي هميشہ خوش مزاجي کل ڀوڳ، پيار ۽ محبت هوندي هئي. پنهنجن توڙي پراون سان نهايت شفيق هئا. جاني، مالي يا باطني دشمني ڪندڙ کي بہ معاف ڪري ان جي غلطي کي درگذر ڪري ڇڏيندا هئا. ڪين غصي وارو جلال تڏهن ايندو هيو جڏهن ڪنهن جو ظاهر يا خواه باطن ۾ ڪنهن جو حق غضب ٿيندي ڏسندا هئا.

حُسنُ ۽ حَسينُ شيءِ سندن ذاتي ڪمزوري هوندي هئي بلڪ

قدرت جي هر چيز ۾ حُسن جو نظارو ڪندا هئا. قدرت جي بنايل هر چيز کي حد کان زياده حسين ۽ سهڻو سمجهندا هئا. انساني حسين صورت جو تہ بيمثال قدر ھوندو هُين ۽ اڪثر سهڻا ائين سمجهندا هئا، تہ شايد سائين مون تي موهجي پيو آهي. پاڻ ظاهر باطني علم جا گوهر رهيا. ڪڏهن ڪڏهن شريعت، حديث، مذهبي احڪامن ۽ متنازعہ ڪي ڳالهيون بہ سندن علم باطني مطابق حل ڪرايون وينديون هيون. پاڻ علم ۾ تمام وسيع ۽ ڪشاده هئا.

## هدايت طالب ٿيڻ جي:

- سن 28 آگسٽ 1957ع بروز اربع تي شهر خيرپور رياست پنج هٽي لڳ قيام محمدو فقير دايہ جن وٽ لاڪي صاحب عرض ڪيو طالب ٿيڻ لاءِ، تہ پاڻ ڪلي فرمايائون، "فقير ڪا واٽ ڪي سيا آهي. جو ڪائيندي بہ ۽ ساڻ بہ ڪنيو ويندين." ۽ هيٺيان لفظ اڪثر فرمائيندا هئا. "جگر شيرمَ داري - سفر مَ ڪُن" يعني (جيستائين شير جهڙو جگر نہ هجيئي، تيستائين عشق جو سفر نہ ڪر.) يا ٻين لفظن ۾ شينهن جهڙي دل ڏارين، پوءِ عشق جي سفر تي هل.

## هدايت اسم وٺڻ جي:

- اسمَ ادب احترام سان چوڻ گهرجن، حضور قراٰن پاڪ يا قرآن شريف چوڻ گهرجي. بلڪل عزت ۽ احترام سان نالو وٺڻ گهرجي، قراٰن، ٻراٰن يا اهڙو ڪو بہ بدتميزي يا بدتهذيبي وارو لفظ چوڻ نہ گهرجي. اهڙي طرح "اڙي الله" يا "او ابي امان جا الله" يا ڪنهن بہ طرح ٺوڪ مذاق يا ڪل ٻوڳ جي نموني ۾ الله پاڪ ؑ جو نالو وٺڻ نہ گهرجي، پر بيحد ادب احترام سان اسم پاڪ وٺڻ

گھرجي. ساڳي طرح سيني نبين پيغمبرن سڳورن، ملائڪن سڳورن، امام پاڪن، اولياء الله فقير جو اسم وٺڻ وقت يا ڇوڻ وقت ادب، احترام جو هجڻ لازمي آهي.

- **هدايت حضرت عشق:** حضرت عشق سائين ۽ شب قدر عليه السلام جن جا تخت برابر هوندا آهن ۽ حضرت عشق جو تخت ٿورڙو چاڙهون هوندو آهي. هن ڪي حضور انور شاهنشاهه ذات پاڪ ؑ جي هر حڪم ظاهر يا باطن، حقيقت، توڙي مجاز حتيٰ ڪل ڪائنات ۾ پورو پورو دخل هوندو آهي ۽ هن ڪي امر هوندو آهي هر حڪم مڃڻ يا نه مڃڻ سندس اختيار تي ڇڏيل آهي.

## هدايت عشق جو مڪان ڪمان وارو:

- حضرت عشق جو مڪان ڪمان "______" اهڙو ته ڏکيو مڪان آهي، جو ان مڪان تي ڪو به ڪونه ويندو آهي، بلڪ جيڪي وڏا وڏا فقير سائين جن ويندا آهن ۽ وڃي اتي ويهبو آهي، ته هر ڪنهن جو ساهه مُٺ ۾ هوندو آهي، مڪان ڪمان وانگر نوڙيل آهي ۽ ان جي بلڪل پوئين نوڙيل ڇيڙي جي چوٽيءَ تي ويهڻو پوندو آهي ۽ ان ڇيڙي جي ورڀل چوٽيءَ هيٺان اونهي غارُ ۽ تحت الثريٰ آهي. ان ۾ ڪرڻ ڪانپوءِ نڪرڻ محال تي پوندو آهي. ڪيترائي فقير اتي پنهنجي خيال جي غفلت سبب ان مڪان تان ڪري پيا آهن. اهڙي اٽانگي مڪان تي به حضرت عشق سائين ماٺ ڪري نه ويهندا آهن. سندن گهنگهرن واريون ڇنگهون پيون لڏنديون آهن.

## هدايت شان اُمتي فقير جو:

- حضور انور سردار ڪريم سائين صلّي الله عليه و آله وسلّم جن

جو ڪوبہ فقيرُ، جيترو باطن جي ملڪ مڪانن جو سير ڪري ٿو ۽ ديدار ڪرڻ جو شرف حاصل اٿن. اوترو ئي ڪنهن بہ نبي عليه السلام کي حاصل نہ آهي ۽ نہ ڪا اِجازت مليل آهي. مگر تنهن هوندي بہ نبي آخر نبي آهي.

## هدايت گُهنڊِي ۽ بحث کان پاسو ڪرڻ:

- فقير کي منهن ۾ گهنڊي ڪڏهن بہ ڪرڻ نہ گهرجي. فقير کي جڏهن بہ ۽ جو ڪجھ بہ چيو وڃي، تہ وڏ ۾ وڏ ڪوشش ڪري لهرائڻ، لنوائڻ جي ۽ بحث يا ضد ڏانهن ڪن ڏيڻ نہ گهرجي. منهن ۾ گهنڊي نہ وجهجي، پوءِ ڇو نہ بستري موت جي تي هجي.

## هدايت ويس جي:

- حضرت انور سردارڪريم صلّي الله عليه وآله وسلّم جن کي معراج کان اڳ گلابي ويس عطا ٿيو. معراج واري رات اڇو سفيد ويس عطا ٿيو. نبوت جي وچ واري دؤر ۾ سائو ۽ ڪارو ويس عطا ٿيو ۽ پڇاڙي ۾ جڏهن انتها ٿي، تہ فقير جو لقب خطاب عطا ٿيو تہ ان سان گڏ گيڙو ويس عطا ٿيو. يعني گيڙو ويس انتهائي منزل آهي. ان کان بعد ٻيو ڪوبہ درجو يا مقام نہ آهي. مطلب تہ پنج قسم ويس عطا ٿيا. 1. گلابي، 2. سفيد، 3. سائو 4. ڪارو ۽ 5. گيڙو. سيئن ويسن ۾ وڌيڪ زياده اڇو(سفيد) ويس پائڻ پسند فرمائيندا هئا.

## هدايت سنيال طالبن جي:

- پاڻ فرمايائون، تہ بيخوديءَ جي حالت ۾ اڪثر فقير کي وحدت ۾ ايندڙ پنهنجي طالبن جي خبر پئي پوندي آهي. باقي ظاهر

ڪثرت جو ڪوبہ خيال نہ رهندو آهي، تہ سندس طالب ظاهر ڪثرت ۾ مئو بچو مصيبت ۾ آهي يا خوشحال آهي. ڪي تہ وري اهڙا گوهر ۽ شاهنشاهہ فقير آهن، جيڪي پنهنجي وصال ڪانپوءِ بہ پنهنجي طالبن جي ظاهر ۾ ۽ باطن ۾ هر طرح پوئواري ڪندا آهن ۽ ڪي وري ڪونہ ڪندا آهن.

## هدايت شان طالب فقير جو:

- پاڻ فرمايائون، تہ جڏهن بہ ڪو نئون فقير يا ڪو نئون خيال تيار ٿي پرواز ڪري ٿو ملائڪ ۽ جِنَ ان جي ڏاهڻ ۽ هيٺ ڪيرڻ جي تمام گهڻي ڪوشش ڪندا آهن، ڇو تہ انهن سيني ملائڪن ۽ جنن کي ان نئين خيال نئين فقير جي بعيت ڪرڻي پوي ٿي ۽ سر بسجود ٿيڻو پوي ٿو. پر جڏهن ڪامياب ٿي فقير پرواز ڪري ٿو تہ سموري ڪائنات ملائڪ، حوران ۽ جن ان نئين خيال يا فقير جي ديدار ڪرڻ لاءِ، بعيت ۽ سربسجودي ٿيڻ لاءِ قطارن ۾ بيهي انتظار ڪندا آهن. جڏهن اهو نئون خيال يا فقير ڪنهن بہ هڪڙي پاسي پرواز ڪري لنگهي ويو تہ ٻين پاسن وارا سندس موٽ جو انتظار ڪندا آهن ۽ جتان جنهن رستي کان موٽڻ وارو هوندو آهي، تہ اڳي ئي اچي اتي بيهندا آهن ۽ ديدار لاءِ بيحد بي چين ۽ بيقرار هوندا آهن. مطلب تہ هي آهي شان مرتبو حضور انور سردار ڪريم صلّي الله عليه وآله وسلّم جن جي هڪ فقير جو.

## هدايت اعتبار ۽ خيال جي مضبوطي:

- پاڻ فرمايائون، تہ جيڪڏهن فقير جي ڪيڏ لڳجي، تہ پوءِ جيڪڏهن پير اصلي بجليءَ جي تار تي پوي يا ڀرندڙ باهہ جي مچَ ۾ پير ڏجي يا ڏيڻو پوي، تہ ٻَرَ جيترو بہ دل ۾ خيال آڻڻ نہ گهرجي ۽ "حق اليقين" ۾ بلڪل گم ٿي وڃڻ گهرجي. تڏهن

وچي بازي کٽبي، پر نيت ۾ يقين ۾ ڀرِ جيترو به لوڏو تحت الثريٰ جي تري وڃي پهچائي ٿو.

## هدايت انا ۽ ضد کان پرهيز:

◆ پاڻ فرمايائون، ته هنن ڳالهين کان سخت پرهيز ڪرڻ گهرجي: 1. اجايو ضد، 2. هَٺُ، 3. تڪبر، 4. پاڻ کي ڦٽنڊائڻ، 5. ڊاڙيٽاڪ هڻڻ، 6. گلا ڪرڻ، 7. ڪوڙ ڳالهائڻ، 8. حسد ڪرڻ، 9. تعصب، 10. چغلي ۽ 11. بهتان هڻڻ ۽ اڪثر آڻ کٽي ميجي، ته هائو ادا اوهان ٺيڪ آهيو ته جهيڳڙو ئي ڇٽو ۽ بحث به ويو.

## هدايت گلا نه ٻڌڻ گهرجي:

◆ اهلِ تصوف يا ڪنهن فقير يا اولياء الله جي باري ۾ جتي به ۽ جنهن به مجلس ۾ ڪابه تنقيد، نڪته چيني، گلا غيبت يا ڪابه ڳالهه گهٽ وڌ هلندي هجي، ته پوءِ جيڪڏهن حاضر مجلس پاڻ کان گهٽ يا ننڍا يا زيردست هجن ۽ انهن جي مٿان پنهنجو وس ۽ طاقت هلندي هجي، ته پوءِ انهن کي اها گفتگو هڪدم بند ڪرائجي، پر جيڪڏهن حاضر مجلس پاڻ کان ڏاڍا آهن ۽ ظاهري طرح پاڻ کي نقصان پهچڻ جو امڪان موجود آهي، ته پوءِ پاڻ خاموشيءَ سان اٿيو هليو وڃجي. اجان به جيڪڏهن ڪثرت ۾ اٿي وڃڻ به ممڪن نه آهي، ته مصلحتاً خاموش رهجي، ان گفتگو ۾ شريڪ ٿي حصو وٺڻ نه گهرجي ۽ پنهنجي خيال کي مٿائي ئي پاسي ڪرڻ گهرجي.

## هدايت سادگي ۽ بنا غصي جي هلڻ:

◆ سادو کائجي ۽ سادو هنڊائجي، ليڪن ساڻ صفائي جي. 2. ننڍا خواه وڏا، اعليٰ توڙي ادنيٰ سان هميشه خوش اخلاقي، خوش

مزاجي 7 مرڪندڙ پيشاني سان پيش اچجي. 3. توڙي جو موت جي منهن ۾ هليو وڃجي يا ملڪ الموت مٿان اچي بيهي ته به کلندو مسڪرائيندو رهجي. 4. نياز ۽ نوڙت سان هلڻ، نهٺائي ۽ غصي کي پي وڃڻ يا غُصي کي کائڻ جهڙو سٺو زيور ٻيو ڪونه آهي. 5. فقير کي بدلو يا عيوض وٺڻ نه گهرجي.

## هدايت محبوب ۾ گم ٿيڻ:

- محنت ڪريو فڪر ڪريو جڏهن مولا پاڪ جي طلب رکندڙ فقير ظاهر ڪثرت جا سمورا مزا ۽ لذتون صرف ان يار ذات پاڪؒ خاطر ڇڏجن ٿا، ته گهٽ ۾ گهٽ ان لاءِ محنت ضرور ڪرڻ گهرجي، ننڊ تمام ٿورڙي ڪرڻ گهرجي. ظاهري محبوب جي ڳولهڻ بجاءِ پنهنجي محبوب جي تصور ۾ گم ٿي وڃجي يعني ”فنا في المحبوب“ ٿي وڃجي، محبوب جي تصوير جو فڪر ڪرڻ ئي ڪاميابي آهي. جيترو پنهنجي محبوب جي تصوير ۾ غرق ٿبو اوترو محبوب جي ظاهري ڪثرت واري جسم تي حضرت عشق شاهنشاهه جون چٽنگون دکنديون ۽ اوترو وحدت ۾ زياده فائدو ٿيندو. محبوب جي پوٽتان رلڻ بجاءِ محبوب جي تصور ۾ گم ٿي وڃجي ۽ فڪر ڪرڻ گهرجي. پوءِ اتي حاضر مثال جهرڪيءَ جي آڪيري ٺاهڻ جو ٻڌايائون، ته ٽن ڏينهن کان وٺي سانده هتي هن جاءِ ۾ اچي ويهندو آهيان ۽ ڏسندو هوس ته جهرڪيءَ کان آڪيرو ٺهي نه پيو سگهي، ڇو ته جهرڪي اجان ڪکُ ڪٽي مس آڪيري واري جاءِ تي رکي پئي، ته ڪک ڪري پيو پوي ۽ جهرڪي وري به ساڳي ڪک کي ڪٽي ٻيهر پئي رکي. آخر ٽن ڏينهن جي لڳاتار محنت سان آڪيرو ٺاهي وئي. مطلب ته اورچ ٿجي ۽ ڪڪِ نه ٿجي.

## هدايت ويراڳي تي قرب:

◆ جيڪو بہ ويراڳي، راڳ ويراڳ دؤران، ڪنهن بہ فقير جو روح راضي ٿو ڪري، تہ فقير ان ويراڳي جو بار پنهنجي سر تي کڻي ٿو مطلب تہ ويراڳي جو ويراڳ خود محنت آهي ۽ ان محنت جي عيوض فقير سندس قبر جو ذميوار آهي.

## هدايت فقيرن ۽ ڪسوٽيون:

◆ پاڻ فرمايائون، تہ ڪٽڻ ۽ هارائڻ جو هنڌ هيءُ آهي. فقير ڪيڏو بہ وڏو گوهر يا شاهنشاه فقير هجي بلڪ ڇونہ سري فقير بہ هجي، پر جيستائين هن ظاهر ڪثرت واري دنيا ۾ زنده آهي، تيستائين ڪيس ڪنهن بہ طرح جو ۽ ڪوبہ خطره لاحق ٿي سگهي ٿو يعني ڪمال کان زوال ڏانهن اچي سگهي ٿو. ڇو تہ جيستائين هن ڪثرت واري جهان ۾ زنده آهي، تيستائين يارُ ذات پاڪ حق تعاليٰ ج جون ڪسوٽيون ڪيس لڳنديون رهنديون آهن. جڏهن انهن سيني ڪسوٽين ۽ آزمائشن مان ڪاميابيءَ سان پار لنگهي، دارالبقا ڏانهن بقا ڪرڻ فرمائي ٿو تڏهن ان فقير کٽيو ۽ کٽي هليو. اهو ئي سبب آهي جو فقير اولياء الله جي ظاهر [illegible] وفات تي خوشي ڪئي ويندي آهي يا دهل شرنايون راڳ ويراڳ ۽ جهمريون پائيبيون آهن. ڇو تہ هو فقير هن ڪثرت جي جهان مان ڪاميابيءَ سان کٽي هليو آهي.

## هدايت ذڪر اسمن جو:

◆ پاڻ فرمايائون تہ، وحدت ۾ هڪ دفعي ڳالهہ نڪتي تہ يارُ حق تعاليٰ ج ڪنهن سان، ڪنهن سان، ڪيئن ڪيئن نوازي پيو. تہ اتي باطن ۾ هيئنئن بہ ڏسڻ ۾ آيو تہ هڪڙي شخص سان ائين

راضي ٿي پيو جو هو ڪثرت مان ڪَڪِ ٿي فقط "عليءِ عليءِ" ورد ۽ وظيفي جي هڪ ڪروڙ پوري ڪرڻ سان راضي ٿي پيو. هڪڙو پيو شخص ڪوهہ جي جهلڻ تي ويهي "محمّد ﷺ محمّد ﷺ" پڙهڻ سان هڪ ڪروڙ پوري ڪئي ۽ اهڙي طرح هڪ شخص بہ فقط "الله الله" چوڻ سان هڪ ڪروڙ پوري ڪرڻ بعد ڪيس راضي ٿي پيو. بعد ۾ هادي پاڪ گل حسن قادري سروري غمڪساري رح جن فرمايو تہ "انهن اسمن پاڪن جي اڳيان "يا" جو لفظ ضرور چوڻ گهرجي."

## هدايت اڳيان زمانا:

- پاڻ فرمايائون تہ باطن ۾ هڪ مڪان اهڙو بہ آهي، جو جتي فقط گذريل زمانن جون تختيون پيل آهن. حضرت آدم عليه السلام کان وٺي يا حضرت آدم عليه السلام کان بہ اڳ جڏهن کان وٺي هيءَ ڪائنات وجود ۾ آئي آهي، يعني جڏهن فقط هڪ "الله" جي ذات کان هي ڪائنات وجود ۾ آئي آهي ۽ جيستائين هلندي رهندي يعني قيامت ڪانپوءِ بہ جيستائين هلندي رهندي، آخر ختم ٿي وري بہ صرف هڪ "الله" جي ذات وڃي رهندي ۽ ان سموري عرصي کي هڪ زمانو چيو وڃي ٿو. اهڙا ڪيترائي زمانا گذري ويا آهن ۽ هرهڪ زماني گذرڻ بعد، صرف ان زماني جي هڪ تختي ان مڪان ۾ پيل آهي ۽ اهي تختيون شمار ڪرڻ ۽ ڳڻڻ کان ٻاهر آهن. هرهڪ زماني ختم ٿيڻ کان بعد وري نئين سِر پيو زمانو شروع ٿئي ٿو ۽ آخر ۾ پنهنجي محبوب جي ذات کي ظاهر ڪري ٿو. جيئن پنهنجي نالي ۽ ذات کي "لافاني" رکي ٿو تيئن پنهنجي محبوب ﷺ جي نالي ۽ ذات کي بہ لازوال ۽ لافاني رکي ٿو. مطلب، تہ هي بہ هڪ زمانو هلي رهيو آهي ۽ هن

جهڙا ڪيئي زمانا ٿي گذريا آهن ۽ الائي ڪيترا ٻيا زمانا ايندا ۽ هر زماني ۾ فقط پنهنجي ذات ۽ نالي سان گڏ پنهنجي محبوب جو نالو ۽ ذات بقا رکيون اچي ٿو. فقير جڏهن به ان مڪان جاءِ تي ايندو آهي، ته دل هڪدم ابتو قيرو ڪائي ڪافر ٿي ويندي آهي. پر يارُ حق تعاليٰ سائين پنهنجي خاص فضل ۽ ڪرم سان نظر ڪري، خبردار ڪري سخت تنبيهه ڪري عبرت حاصل ڪرڻ جو امر ڪيو ويندو آهي.

## هدايت سونهن جو اثر:

- ڪڏهن ڪڏهن پاڻ هينئن به فرمائيندا هئا، ته "حُسن جي آڏو زبان ته چا، مگر دل کي به اختيار نه رهندو آهي."

## هدايت عسر جو جاڳڻ:

- پاڻ هدايت ڪندي فرمايائون، ته رات جو وڏي عسر کان وٺي صبح جو سج اپرڻ تائين، ٻن ملائڪن جي خاص ڊيوٽي لڳل هوندي آهي، هو مشرق کان مغرب تائين، مطلب ته ساري دنيا جي ماڻهن جي نظرداري ڪندا آهن، ته ڪهڙا سمهيل ننڊ ۾ غافل آهن ۽ ڪهڙا جاڳن ٿا ۽ جيڪي ماڻهو غفلت جي ننڊ ۾ سمهيا پيا هوندا آهن، تن کي يار حق تعاليٰ جي يادگيريءَ واري لسٽ تان لاهي ڇڏيندا آهن. تنهنڪري ان مهل ۾ ڪڏهن به ننڊ نه ڪجي. جيڪڏهن ويهي نه سگهجي ته سمهي پئي به پيو جاڳجي ۽ ياد الاهي ۾ مشغول رهجي ۽ پوءِ جيڪڏهن ننڊ ڪرڻي هجي ته سج اپرڻ کان بعد بيشڪ سمهي پوي.

## هدايت پُڇاڻي جي:

♦ پاڻ فرمايائون، تہ پڇاڻو هرهڪ کان ٿيندو آهي، فقير کان بہ پڇاڻو ٿيندو آهي. اول ۾ پڇاڻي ۾ پڇندا تہ تنهنجو وسيلو يعني مرشد ڪهڙو آهي. حالانڪ انهن کي اڳ ئي ازخود معلوم هوندو آهي. پوءِ بہ ان سندس وسيلي کي، توڙي اهل حيات هجي يا اهل ممات هجي، گهرائي روبرو حساب ڪتاب سندس وسيلي سميت ڪيو ويندو آهي. ڪي تہ وري اهڙا آهن جو ڪنڌ اتي جهليون بيٺا هوندا آهن ۽ صرف يار ۾ اکيون کُتَل هونديون ا ٿن، نڪير منڪير ڏانهن نہ توجهہ ڏيندا آهن ۽ نہ وري ڪجهہ ٻڌندا اٿن. اهڙن فقيرن کان نڪير منڪير بہ پاسو ڪيون هليا ويندا آهن.

## هدايت حقيت عشق امانت جي:

♦ پاڻ فرمايائون، تہ حضور انور شهنشاهہ ذات پاڪ جل جلاله سائين پنهنجي ڪائنات جي هر چيز ملائڪن، جنن، وڻ ٽڻ، درياهہ، جبل، زمين، آسمان، حيوان، جيت، هوا، باهہ، پاڻي، مٽي مطلب تہ ڪائنات جي ذره ذره کان دريافت ڪرڻ فرمايو تہ سندس امانت "حضرت عشق جو بار" ڪير کڻندو. ڪير بار کڻڻ لاءِ تيار آهي. ڪائنات جي هر ذره مان جواب آيو تہ اهو (عشق محبت) امانت جو بار تمام سخت ڀاري آهي ۽ ڪير بہ کڻي ڪونہ سگهندو. ڪائنات جي هر چيز جي انڪاري ڪرڻ تي، اهو ساڳيو سوال حضرت آدم عليه السلام کان ڪيو ويو ۽ حضرت آدم عليه السلام ان امانت جي بار کڻڻ لاءِ هڪدم هائو ڪئي. حضرت آدم عليه السلام ۾ انسان جي پيدا ڪرڻ جو ۽ انسان جي اشرف المخلوقات ٿيڻ جو سمورو راز اتي رکيل آهي. حضرت آدم عليه السلام جي هائو ڪرڻ کانپوءِ ڪائنات جي هر ذره کي امر ڪيو ويو تہ جنهن وقت حضرت آدم عليه السلام

اڃان اتي مس ويهي، تہ هڪدم توهان ان جي اڳيان سجود ڪجو ۽ پوءِ سواءِ ابليس جي هن آمُر جي ٻي ڪنهن بہ انحرافي ڪانہ ڪئي. جڏهن حضرت آدم عليه السلام امانت جو بار ڪنيو تہ حضرت آدم عليه السلام جي صورت تمام حد ڪان زياده پسند ڪرڻ فرمايائون. ايتريقدر جو پنهنجي محبوب جي تصوير بہ ان ئي جنس مان بنائڻ فرمايائون ۽ حضرت آدم عليه السلام کي بهشت ۾ رهايو ويو ۽ ڪيس داڻي کائڻ کان منع ڪئي وئي. مگر حضرت آدم عليه السلام جو داڻہ کائڻ بہ سندس ان يار ذات پاڪ جي خواهش هئي. ڇو تہ حضرت عشق شاهنشاهہ سائين ڪيس ويهڻ ئي نہ پيو ڏي ۽ هيڏو سارو کيل بہ پٽرٽو يا ڪنڊاٽو هيس. ڇاڪاڻ تہ هوندڻ سندس محبوب ﷺ جو ظهور ڪيئن ٿئي. پوءِ انهيءَ امانت يعني عشق جو بار فقط انسان جي دم "ساهہ" تي پوي ٿو ۽ اهو "دم" ئي آهي جو انهيءَ شيءِ کي ڪمائي ٿو. "و نفخت فيه من روحي" انهيءَ دم ڏانهن اشارو آهي. مطلب تہ اهو "دم" پاڻ خود آهي، جيڪو ان امانت کي ڪمائي ٿو تہ انسان جي جسم اندر روشن ٿئي ٿو.

## هدايت زنا يا اک جهٽي:

♦ حضور هادي پاڪ سائين گل حسن قادري سروري غمڪساري رح جن فرمايو تہ سچ پچ زنا ڪرڻ کان "اک جِهٽِي" جو وڏو گناهہ آهي. عرض ڪيو ويو تہ پلا سائين ان اک جهٽيءَ جي مهرباني ڪري تشريح ڪرڻ فرمايو جواب ۾ پاڻ فرمايائون، تہ ڪنهن بہ سهڻي ۽ حَسين عورت کي ڏسڻ سان پنهنجون نظرون سندس چهري تان هٽائي، سندس جسم جي ٻين حصن تي [illegible] ۽ تصور ۾ زنا وارو خيال آڻڻ، ان کي "اک جِهٽِي" چئبو آهي. ۽ ان

جهڙو عظيم گناهہ ٻيو ڪونہ آهي. ڪنهن بہ حسين عورت کي ڏسڻ کان اڳ ۾ پنهنجي نيت ۽ خيال تي مڪمل قبضو هئڻ گهرجي. جيڪڏهن ايتري طاقت نہ هجي، تہ پوءِ بهتر آهي، تہ ڏسڻ ئي نہ گهرجي.

## هدايت ويراڳ ٻڌڻ ٻڌائڻ:

♦ ويراڳ بابت پاڻ فرمايائون. ويراڳ ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ ڪا سولي ڳالهہ نہ آهي. اڄ ڪلهہ ويراڳ ٻڌائڻ وارو بہ وڃي ڪو ڪو رهيو آهي ۽ ٻڌڻ وارو بہ وڃي ڪو ڪو رهيو آهي.

## هدايت مقطع الفاظن جي:

♦ حضور قرآن شريف جي مقطع الفاظن بابت فرمايائون. تہ مقطع ئي ذاتي قرآن شريف آهي ۽ ذاتي قرآن جو سردار حضرت يس عليہ السلام آهي. مقطع الم، حم، يس، طہ، ن وغيره "29) آهن انهن ۾ ارڙهن طاقتون مقطعات ٻڌجن ٿيون ۽ انهن جي علم کي "علم صُدري" چئبو آهي. ان جو خاص مالڪ حضور انور سردار ڪريم سائين صلّي الله عليہ و آلہ وسلّم آهي. هيءَ مقطع جي محنت ائين آهي جيئن ٻڌا ٽپا ڏيڻ ۽ منٽن ۾ جبل جهاڳڻو آهي. انهن لفظن جي معنيٰ يا تشريح اڄ تائين نہ ٿي سگهي آهي. (مگر حضور هادي غمڪسارَ سائين جن تشريح ڪرڻ فرمائي آهي.)

## هدايت اڄڪلهہ جي فقيري ۽ نماز جي:

♦ اڄ ڪالهہ جي عام فقيري بابت پڇڻ تي، پاڻ فرمايائون. تہ اڄ ڪلهہ جا عام فقير جيڪي آهن، تن جو ملهہ صرف "چار آنہ"

آهي. يعني ٻي آني جو ڪولابو ۽ ٻي آني جو ڪنڌو وٺي پاتائون، تہ فقير وڏا ٿي ويا ۽ تمام وڏي فخر ۾ پڏا پيا هوندا. تہ اسان بہ ڪي آهيون. جڏهن ماڻهن ۽ الله سائين پاڪ ج تي ڪو وڏو احسان ڪري چڪا آهن. ليڪن حقيقي فقير اهو آهي، جيڪو دم دم سان يار مالڪ سائين جي سجود ۾ رهي ٿو. نماز جي معنيٰ آهي، نيان نوڙت يا سجود ڪرڻ. جڏهن فقير دم دم سان يار جي سجود ۾ رهي ٿو تہ هن ظاهري نماز جي ڪهڙي ضرورت آهي. ملان ۽ مولوين واري نماز تہ چوويهہ ڪلاڪن ۾ فقط پنج دفعا آهي، پر فقير جي نماز تہ دم دم سان آهي ۽ ڪوبہ دم سجدي کان خالي نہ آهي. (پوءِ بہ طالبن يا اولاد کي ظاهر جي پنج وقت نماز پڙهڻ لاءِ تاڪيد ڪندا هئا.)

## هدايت شب برات:

- 15 ـشعبان شب برات جي بابت پاڻ فرمايائون، تہ شب برات جي عيد تي ڪنهن بہ ساهواري کي مارڻ تہ بجاءِ خود پرَ ايذائڻ بہ نہ گهرجي جڏهن تہ جونءَ بہ مارڻ نہ گهرجي. تنهنڪري هن عيد تي گوشت يا ماس واري شيءِ بلڪل کائڻ نہ گهرجي. هي اها رات آهي، جنهن ۾ هرهڪ نفس (چيز) جو ٻارنهن مهينن لاءِ روزگار لکيو ويندو آهي. هن رات ۾ جيترو ٿي سگهي اوترو زياده جاڳڻ گهرجي، عبادت ۽ شڪرانو ادا ڪرڻ گهرجي.

## هدايت محبوب سان هَلَڻَ جي:

- پاڻ فرمايائون، تہ محبوب جيڪڏهن ٻين سان کِلي ڳالهائيندو آهي يا ٻئي پاسي لاڙو يا رغبت ڏيکاريندو آهي تہ اها هڪ حضرت عشق سائين جي "محب" (يعني عاشق) لاءِ ڪسوٽي

هوندي آهي ۽ ان ڪسوٽي مان حسد ۽ تعصب جو مڪان پيدا ٿيندو آهي. تنهنڪري اهو خيال بلڪل اُٿڻ نہ گهرجي، حسد ۽ تعصب کان بچڻ گهرجي، ڇو تہ محبوب (الله) ڱُل اختيار آهي.

## هدايت اوچتو موت يا زبان وٺجڻ:

- موت بابت پڇا ڪرڻ تي فرمايائون، عام انسان لاءِ اوچتو موت بہ هڪ قسم جو قهر آهي. (هن ڪي پنهنجي خطائن بخشرائڻ جو موقعو نٿو ملي) انسان جي زبان جو وٺجڻ ٻن قسمن جو هوندو آهي، هڪ تہ ظالم جي زبان وٺبي آهي ۽ ٻيو وري يار (الله پاڪ ج) جو جنهن تي تمام گهڻو بي انتها پيار هوندو آهي، تنهن جي بہ زبان وٺبي آهي. ڇو تہ هن جهان ۾ ئي ڪيس خطائن جي تڪليف ڏئي ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ اڳتي هن لاءِ ڪوبہ حساب ڪتاب ڪونہ هوندو آهي.

(سندن هدايتن نصيحتن مان چند مختصر درج ڪيون ويون، اگرڪا ڪمي پيشي هجي تہ معافي جو طلبگار آهيان. شال فقير راضي هجي. (آمين)



بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## اوصاف ڪرامات نگاهِ ڪرم

فقير گل حسن سائين، جيترا اعليٰ پائي جي صاحب منزل فقير هيا، اوترو عام خلق کان اها رمز پوشيده رکندا هئا. سندن اٿڻي ويهڻي عجيب ۽ نرالي انداز سان بيحد هيٺاهين حال واري هئي. رات جو ڪڏهن مئخانہ غمڪسار ۾ جڏهن تڏي تي طالبن کي ننڊ اچي ويندي هئي، تہ فقير گل حسن سائين رح، انهن جي پيرن ۾ سوڙها ٿي سمهي رهندا هئا. ۽ بيخبري ۾ سائين کي انهن جون لتون لڳنديون هيون. جڏهن اهي جاڳي ڏسندا هئا تہ اسان جي پيرن ۾ ڪير آهي، پوءِ سائين کي ڏسي حيران ۽ پريشان ٿيندا هئا. مگر سائين جن خوش ٿي مرڪندا هئا ۽ هنن کي سمهي پوڻ جو امر ڪندا هئا.

هڪ دفعي فقير علي محمد جيلاني سائين ڏانوري واري جو خدمتگار فقير نالي محمد ابراهيم ..... هيءَ رمز ٻڌائي، تہ سائين گل حسن فقير جن اتي درگاهہ تي ڪافي ايندا هئا. فقير علي محمد سائين جي مزار کي چوڌاري ڪٿمڙو هيو پاڻ سويل اتي وچي ويهندا هئا، سج ڪافي مٿي اڀري ايندو هيو ۽ فقير سائين جن سڃا پگهرجي ويندا هئا، پوءِ بہ ويٺا هوندا هئا. بعد ۾ فقير سائين کي حق ٻولائي خيال تبديل ڪرائي، بيٺڪ تي وٺي ايندو هيس، جڏهن فقير سائين کي ننگر آڻي ڏيندو هيس، تہ هڪ ٻلي کي اهڙو هيرائي ڇڏيو هين جو فقير سائين اچي، تہ ٽپ ڏئي ڪٽ تي چڙهي، فقير سائين سان گڏ ڪاڌو کائيندو هيو ۽ فقير سائين جن ان کي هڪل ڏيڻ کان منع فرمائيندا هئا. ان سان گڏ اهو بہ ٻڌايائين، تہ فقير سائين جن ڪڏهن ڪڏهن ننڍين ڇوڪرن سان خوش مزاجي ڳالهيون، کل ٻوڳن واريون ڪري اهڙو انهن کي چيڙائيندا هئا. جو ڪڏهن ڪڏهن اهي ٻار گڏجي

سائين جن کي پتر هڻندا هئا. مگر فقير سائين جن وٽ تمام بيپرواهي هوندي هئي ۽ کلندا خوش ٿيندا هئا. مگر انهن ٻارڙن تي چِڙَ نہ کائيندا هئا.

## فقير گل حسن رح جي مختصر اوصاف ڪرم

1. **فقير غلام محمد تي مهرباني:** سندن اوصاف ڪرامات بہ نرالي انداز ۾ نمايان هوندي هئي. فقير غلام محمد چنہ ڪڇي ۾ وينل هيو ۽ هينئر پير ڳوٺ ڪنگري ۾ وينو آهي. جنهن ٻڌايو تہ منهنجي چاهت هئي تہ مائٽن مان آءٌ فلاڻي ڇوڪري سان شادي ڪيان. مگر منهنجي والدين حيلا هلايا پر مائٽ اسان سان اها مائٽي ڪرڻ لاءِ راضي بلڪل نہ ٿيا ۽ اجا بہ ناراضگي وڏيڪ ڏيکاريائون. هڪ دفعي اسان وٽ فقير گل حسن سائين جن جي آمد ٿي، ۽ مان سائين کي عرض الاهون ڪندو رهيس. نيٺ سائين جن کي راضي ڪيم. بعد ۾ فقير سائين جن فرمايو تہ جيڪا تون وٺڻ ٿو چاهين اها ڇوڪري مان ڏسان. بعد ۾ مون چا ڪيو جو انهن جي گهر ۾ هڪ کهي هوندي هئي. اتان سائين کي اها ڪنڌي جي سوراخ مان ڇوڪري ڏيکاريم. سائين جن نگاهہ ڪرم جي دعا فرمائي ۽ امر ڪيائون تہ اها ڇوڪري تنهنجي نڪاح ۾ آهي ۽ هاڻي تون انهن کان رشتو نہ گهرجان. اهي پاڻ توکي سڏي ڏيندا. بعد ۾ ٿيو بہ ائين ۽ هينئر ان مان ڪافي اولاد آهي. اهڙي طرح ڪيترن ئي طالبن يا محبت رکڻ وارن سان مهرباني ڪيائون.

2. **مائي پناڻي تي مهرباني:** محمد عرس فقير لاشاري جيڪو هن وقت پيرسن آهي، پاڻ ٻڌايو تہ ڳوٺ ذڪريہ مهيسر ۾ سائين گل حسن فقير جي صحبت ڪچهري ۾ ڪافي ماڻهو وينا

هياسي. اتي هڪ مائي پنهنجي ناٺي نالي عرض ڪئي آئي ته منهنجي نياڻي هتي ڏنل آهي. ان کي اولاد نه پئي ٿئي. دعا جي نگاهه ڪرم ڪيو ته پٽ جي اولاد نصيب ٿئيس. سائين جن هن جي حال تي رحم ڪاڏو ۽ فرمايائون ته "مائي ٻڌو اٿم ته تنهنجي نياڻي ٽوپ سٺا ٺاهيندي آهي. اهو ٺهيل اٿوَ. مائي وئي ۽ ٽوپ کڻي آئي. اتان هڪ ٽوپ فقير سائين جن پنهنجي مٿي مبارڪ تي پائي سيني ويٺلن کان پڇيو ته هي ٽوپ اسان کي مٿي تي ٺهي ٿو. سيني وراڻيو سائين! تمام سٺو ٺهي ٿو. بعد ۾ ان سوالڻ مائي کي فرمايائون تنهنجي نياڻي کي پٽ ڄمندو. جنهن کي ڪلهي جي پٺيان "گل" جي نشاني هوندي، اگر اها نشاني نه هجيس ته اسان جي دعا مان نه سمجهجان. جڏهن ان پنهنجي مائي جي نياڻي کي پٽ ڄائو ته ٻِ ابر ان ئي جاءِ تي گل ڇاپيل هيو ۽ ان ڇوڪر تي نالو به گلڻ رکيو ويو ۽ اڃان تائين ڳوٺ "ذڪريه" ۾ موجود آهي.

3. **مٺي پاڻي جي مهرباني:** هڪ دفعي ميروخان لڳ گامڻ فقير سائين جي درگاهه جي ڀرسان گوپانگن جي ڳوٺ رحيم داد جي واندڻ ۾ فقير ارباب گوپانگ وٽ ترسيل هئا، انهن عرض ڪيو. سائين اسان وٽ جر جو پاڻي تمام کارو ٿي ويو آهي ۽ هن کهيءَ مان پاڻي پي نٿا سگهون. فقير سائين جن فرمايو ان کهيءَ مان بالٽي پاڻي جي ڀري اچو اهو ڀري آيا، پاڻ ان تي نگاهه ڪرم ڪري پنهنجي لب مبارڪ ان ۾ وڌائون ۽ فرمايائون، هي پاڻي موٽائي کهيءَ ۾ وجهو ۽ ٻي بالٽ ڀري اچو. ساڳي طرح سان ٽي دفعا نگاهه ڪرم ڪري پنهنجي لب مبارڪ ان ۾ وڌائون ۽ فرمايائون، هي پاڻي موٽائي کهيءَ ۾ وجهو ۽ ٻي بالٽي ڀري اچو. بعد ۾ انهن کي اتان پاڻي پيئڻ لاءِ امر ڪيائون ۽ اهو کهيءَ جو پاڻي بلڪل مٺو ٿي ويو جيڪو ڳوٺ جا ماڻهو پيئڻ لڳا.

4. **فقير غلام حسين تي مهرباني:** هڪ دفعي سندن طالب ماستر غلام حسين فقير مهيسر جي والد جو ڪنهن بيماريءَ سبب جيرو ناڪاره ٿي ويو. ڊاڪٽرن لاعلاج ڪري ڇڏيو ۽ بيهوشيءَ جي حالت اچي وئي. سندس عزيز پريشان حال جي ڪيفيت ۾ تمام غمگين هئا. اوچتو فقير گل حسن سائين جن جي آمد ٿي. استاد غلام حسين، وڃين قدمين پيو ۽ پنهنجي پريشاني عرض رکيائين. فقير سائين جن، استاد جي والد جي مٿان آيا، نگاهه ڪرم فرمائي اتي جو اتي واپس ٿيا. استاد غلام حسين عرض ڪيو ته قبلا جيستائين منهنجي والد کي هوش ۾ چڱيلائي اچي، تيستائين اسان وٽ ترسڻ جي عنايت ڪيو. ان تي فقير سائين جن وراڻيو ادا تنهنجو پيءُ نه مرندو تون دلجاءِ ڪر. وري به استاد غلام حسين ضد ڪيو ته سائين رهو. جنهن تي پاڻ فقير سائين جن فرمايو ادا تنهنجو پيءُ منهنجي مرڻ کان بعد ۾ مرندو. هاڻي ته دلجاءِ ٿيئي. هاڻي مون کي ڇڏ ته مان وڃان. مونکي ڪو پيو ڪم آهي ۽ سائين جن اتان خير سان اسري ويا. بعد ۾ اهو مريض ايترو ته چاق چڱو ڀلو تندرست ٿي ويو جو ڊاڪٽر چوڻ پيا، ته هن جو جيئرو ته بلڪل ناڪاره هيو هاڻي ته هي جيرو جيئڻ صحتمند نوجوان جو ڪم ڪندو آهي. ان کان به وڌيڪ ڪم ڪري ٿو. اهو همراهه چڱو ڀلو ٿي ويو ۽ جڏهن سائين گل حسن فقير جن هن جهان مان برقعو مٽائي ويا. ان بعد استاد غلام حسين جو والد پنهنجا ڏينهن پورا ڪري ۽ مٽيءَ ماءُ حوالي ٿيو ۽ فقير سائين جن جو فرمان برحق ۽ صحي ثابت ٿيو.

5. **محمد جمن سان مدينه منور پاڪ ۾ ملاقات:** هڪ دفعي ڳوٺ بخر مهيسر جو ماڻهو نالي محمد جمن مهيسر مديني پاڪ ۾ رهندو هيو. ان ماڻهو کي مديني منور پاڪ ۾ سائين گل حسن

فقير سائين جن اتي مهراب فقير گوپانگ سان گڏ مسجد نبوي جي پرسان مليا ۽ فرمايائون نالو وٺي، تہ تون فلاڻي ڳوٺ جو فلاڻو آهين. تہ ان ماڻهوءَ وراڻيو هائو سائين مان بہ توهان کي سڃاڻان پيو توهان فقير گل حسن سائين آهيو. توهان سان گڏ مهراب فقير آهي. پر مان تہ ٻڌو هيو تہ توهان گذاري ويا آهيو. سائين بادشاه ان ماڻهوءَ کي فقير گامڻ سائين جي لاءِ ڪوبہ پيغام ڏنو تہ هي گامڻ فقير کي ڏجان. ان ماڻهوءَ عرض ڪيو. آءُ جڏهن بہ پاڪستان ويس تہ گامڻ فقير کي اول ۾ نياپو ڏئي ايندس. پوءِ ان ماڻهو پنهنجن ڏي خط لکيو ۽ کين سائين گل حسن فقير جي باري ۾ ٻڌايو تہ ظاهر ۾ زنده آهي يا برقعو مٽي ويو آهي. هتان وارن ٻڌايس تہ برقعو مٽي ويو آهي. بعد ۾ پنهنجن ڏي خط لکيائين تہ مديني پاڪ ۾ تہ فقير سائين گل حسن جن زنده گهمندا ٿا وتن. بعد ۾ جڏهن پاڪستان آيو تہ اول اچي گامڻ فقير سائين جن جو مليل پيغام اچي پهچايائين. اهڙيون ڪيتريون ئي روحاني رمزون حضور فقير گل حسن سائين جن مان ساڌر هيون ۽ آهن. مگر هن ڪثرت جي جهان ۾ پنهنجي زندگي عجيب غريب نموني نيائي ويا. جو ڪيترا عام ماڻهو تہ ڇڏ پر ڪي طالب فقير بہ سندن رمز کي سمجهي نہ سگهندا هئا. جن تي پاڻ جيترو راضي ٿيندا هئا. انهن کي اوتري سمجهہ پاڻ عطا ڪرڻ فرمائيندا هئا. باقي پنهنجي عقل تي ڪوبہ ماڻهو فقير سائين جن جي رمز روحاني کي نہ سمجهي سگهندو هيو.

### 6. سرائي الطاف حسين سهاڳ فقير جن وٽ مٺو پاڻي ٿيو:

ڳوٺ وڏا ٽالپر رياست جي علائقي ۾ آهي. جتي فقير الطاف حسين پنهنجي مرشد پاڪ فقير گل حسن سائين کي عرض ڪيو تہ سائين اسان جي ڳوٺ ۾ پاڻي کارو آهي. هي کوهہ اسان

کي نگاهہ ڪرم سان مٺو ڪري ڏيو تہ مهرباني ٿيندي هن جي عرض ڪرڻ جي قبوليت ٿي وئي ۽ اهو کوهہ مٺو ٿي ويو جيڪو اڄ تائين موجود آهي ۽ هِن وقت ان کوهہ ڏانهن ڳوٺاڻن جو توجهہ هٽي ويو آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ ان کوهہ مان ماڙيچا قوم جا ماڻهو بہ اچي پاڻي پيا پرن ۽ بعد ۾ واٽر سپلاءِ بہ اچي وئي. سرائي الطاف حسين HST رٽائرڊ ٽيچر آهي ۽ ڳوٺ جو سرائي آهي ۽ پاڻ حال حيات موجود آهي.

فقير گل حسن سائين اڪثر ڪري مناجات حضور هادي مولا مشڪل ڪشا علي سائين جن جي ۽ حضور هادي غازي عباس علمدار سائين جن جي مناجات رات عسر جو پڙهندا هئا. جيئن سندن مرشد پاڪ حضور هادي غمڪسار سائين جن اڪثر ڪري مناجات پڙهندا هئا. جيڪا خاص ڪيفيت ۾ هوندي هئي ۽ سندن نيڻن مبارڪن مان لڙڪن جي قطار جاري هوندي هئي. تمام هيٺئين طبقي جي ماڻهن جي بہ تمام هيٺاهين وٺندا هئا. انهن کي پيار ڏيندا هئا. "آنا" کان تمام پري هيا ۽ آنا وارن سان نہ لڳندي هين. پنهنجي تعريف تي خوش نہ ٿيندا هئا مگر ڪوئي سندن گلا ڪندو هيو تہ اها خبر پڌندي تمام خوش ٿيندا هئا.



بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# تصوف

تصوف جو نظريہ آهي پوري انسانذات جو اخلاقي، روحاني، محبت همدردي ۽ ايثار جهڙي نقطن جو اصلاح ڪرڻ ۽ تصوف جي راهہ منصب آهي. سرشناسي مان رب شناسي ڪرڻ ۽ باطني روحاني واٽن جو واقف ٿي قدرت جي ٻين جهانن جو سير ڪرڻ، آدم تي نازل ٿيل امانت ۽ ذات حق تعاليٰ ج سان ڪيل الستي اقرار سان نڀائڻ تصوف جا خاص پهلو آهن. تصوف سيني عبادتن جو روح آهي، تزڪيہ نفس آهي يعني نفس کي شر ۽ غير کان پاڪ صاف ڪرڻ، تصوف سنت نبوي جو اصول آ. ورق وجودي صاف ڪرڻ يعني پنهنجي اندر ۾ اسرار الهي جو رکيل ڳجهہ کي ظاهر ڏسڻ، تصوف ۾ توجهہ الهي، ذڪر، فڪر، تصور، فنا ۽ بقا جي منزل حاصل ڪرڻ تصوف آهي

جيئن تہ خدا پاڪ جل جلاله سائين جهانن جو پالڻهار "رب العالمين" آهي. سندس ڪو بہ ربوبيت کان ٻاهر نہ آهي ۽ پنهنجي نور جي منتقلي مان پنهنجو محبوب محمد صلي الله عليہ وآله وسلم جوڙيائين ۽ جنهن جي لاءِ فرمايائين "رحمت العالمين" سيني جهانن جي لاءِ رحمت ٿيو ۽ سندس ڪو بہ رحمت کان ٻاهر نہ آهي. جيئن خدا پاڪ جل جلاله جو، ذات جت ڪٿ هر شيءِ ۾ "ڪل شيءِ محيط" آهي، اهڙي طرح حضور انور محمد ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم هر هنڌ هر جاءِ تي رحمت جو فيض رسائيندڙ آهي.

حضرت گرو نانڪ سائين جو هڪ بيت ملي ٿو. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ حضور انور سردار محمد ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم ڪائنات جي ذري ذري سان گڏ ۽ موجود آهي. لولاڪ لما جو تاجدار آهي.

بيت

نام ليو جس چيز کا اسے کردو چوُ گنا

دو اور ملا کر پنچ گنا کردو بيسوو ديو اڑا

جو بچی اسے نو گنا کردو دو اور ملا

اس پد سے نانکا محمد ليوو بنا

تب معنی لولاک کی جٹ پٹ سمجھے جا

(گرو نانک)

ترجمو: ڪنهن بہ شيءِ جاندار يا بي جان جي نالي ۾ ابجد ڪيڏي جوڙ ڪري ان کي چئن "4" سان ضرب ڪري ۽ "2" جوڙ ڪجن. جيڪو انگ اچي ان کي پنج "5" سان ضرب ڪري ويھہ "20" سان ونڊ ڪجي، جيڪو انگ پاڇي بچي ان کي نو "9" سان ضرب ڪري ۽ "2" جوڙ ڪجن تہ جواب ايندو ٻيانوي "92" جيڪو "محمد صلي الله عليہ وآله وسلم" جي نالي جي ابجد جو جوڙ آهي. تڏهن "لولاڪ لما" جي معنيٰ جلدي سمجهي وڃ

مثلاً م + ح + م + د = (محمد)

40 + 8 + 40 + 4 = (92)

مثال: رياضي مطابق هن طرح "انب" لفظ جو ابجد ٿيندو 1+50+2=53 ان انگ 53 کي 4 سان ضرب ڪري ۽ جوڙ ڪبا تہ ٿيندو (214) هاڻي هن انگ کي 5 سان ضرب ڪري 20 سان ونڊ ڪبي تہ ٿيندا 10 ۽ انهن کي 9 سان ضرب ڪري 2 جوڙ ڪبا تہ جواب ايندو 92 يعني (محمد) صلي الله عليہ وآله وسلم.

$$[[\{(53\times4)+2\}\times5]\div20]\times9+2=92$$ (محمد)

## الفابيٽ جو ابجد هن ريت آهي

| ا | ب | ت | ث | ج | ح | خ | د | ذ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | 2 | 400 | 800 | 3 | 8 | 900 | 4 | 1000 |

| ر | ز | س | ش | ص | ض | ط | ظ | ع |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 200 | 7 | 60 | 300 | 90 | 500 | 9 | 600 | 70 |

| غ | ف | ق | ڪ | ل | م | ن | و | ه | ي |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 700 | 80 | 100 | 20 | 30 | 40 | 50 | 6 | 5 | 10 |

حضرت گرونانڪ رح جن جي بيت جي جواب ۾ حضور سَري فقير غمڪسار قادري سروري رضوان الہ تعاليٰ عليہ جن هڪ بيت ٻڌايو آهي جنهن ۾ جت ڪٿ هر شيءِ ۾ حضور انور شاهنشاهہ خدا پاڪ جل جلاله جي موجودگي ابجد سان هن طرح آهي.

### بيت

ذات الله جي اثبات آ هر شيءِ جي اسم اندر
هر اسم ابجد ۾ ڪڍي 5 سان ضرب ڪري 6 جوڙ ڪر
6 سان اڳتي ضرب ڪري پوءِ 30 جي ونڊ جو فڪر ڪر
جو بچي 10 سان ضرب. ڪري 7 ملائي الله اثبات ڪر
غمڪسار هن معما سان لاتحرڪ ذرة جو يقين ڪامل ڪر
(فقير غمڪسار رح)

ترجمو: ڪنهن بہ شيءِ جاندار يا بيجان جي نالي جو ابجد ڪڍي جوڙ ڪري ان انگ کي 5 سان ضرب ڪري 6 جوڙ ڪجن، جيڪو انگ اچي ان کي 6 سان ضرب ڪري 30 سان ونڊ ڪجي، جيڪا پاڇي بچي تہ ان انگ کي 10 سان ضرب ڪري 7 جوڙ ڪجن تہ جواب ايندو (67) جيڪو الله جي نالي جي ابجد جو جوڙ آهي. هن ڳجهي راز سان لاتحرڪ ذرة جو يقين ڪامل ڪر.

مثلاً ا + ل + ل + ا + ه = الله

1 + 30 + 30 + 1 + 5 = 67

مثال: مٿئين مثال وانگر انب جو ابجد ڪيو 1+50+2=53 هاڻي ان انگ "53" کي 5 سان ضرب ڪري 6 جوڙ ڪبا تہ انگ ٿيندو 271. هاڻي وري ان انگ کي 6 سان ضربب ڪري 30 سان ونڊ ڪبي تہ پاڇي انگ بچندو 6. هاڻي ان کي 10 سان ضرب ڪري 7 جوڙ ڪبا تہ جواب ايندو 67 يعني الله.

$$\left[\left[\{(53 \times 4) + 6\} \times 6\right] \div 30\right] \times 10 + 7 = 67$$ (اللهُ)

فقيرن جي درس مان ظاهر ٿيو تہ جيئن رب پاڪ سائين جي ربوبيت جت ڪٿ ۽ هرشيءِ ۾ موجود آهي. اهڙي طرح سندس محبوب ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جو نور پنجتن پاڪ جي رحمت جت ڪٿ هر شيءِ ۾ موجود آهي 1. حضورانور محمد ڪريم صلي الله عليہ وسلم 2. حضور انور مشڪل ڪشا علي صلوات الله عليہ 3. حضور انور سائڻ فاطمہ صلوات الله عليہ 4. حضور انور سخي سرڪار امام حسن صلوات عليہ 5. حضور انور سخي سرڪار امام حسين صلوات الله عليہ. جو نور ساڳيو ذاتي هڪ آهي. ساڳئي ئي هڪ نور کي جامان (جسم) پنج پاتل آهن. ان نور هڪ هجڻ جي گواهي پاڻ سردار ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم جن هن طرح فرمائن ٿا. "اِن عليا لحمه من لحمي و دمه من دمي و هو مني بمنزلة هارون من موسي (علي جو گوشت (جسم) منهنجو گوشت آهي ۽ سندس خون (رت) منهنجو خون آهي ۽ هو مون مان آهي. منزل ائين آهي جيئن هارون موسيٰ سان. ) خم غدير جي علائقي ۾ فرمايائون اصحابن سڀني کي خطاب فرمائيندي "من كنت مولاه فعلي مولاه (جنهن جو آءٌ مولا آهيان، ان جو علي مولا آهي).

سخي سرڪار سائين جي لاءِ فرمايائون. الحسين مني وانا من الحسين ( حسين مون مان آهي ۽ آءٌ حسين مان آهيان) ڪٿي فرمايائون حسن ۽ حسين ٻئي منهنجا فرزند آهن.

سائڻ پاڪ سائين واسطي فرمايائون تہ "منهنجي جگر جو ٽڪرو آهي" اهڙي طرح حضور غمڪسار فقير رضہ جن هن طرح انسانيت کي درس ڏيڻ فرمائن ٿا.

"حضور انور محمد صلي الله عليہ وآله وسلم جا عدد _ 92.

حضور انور علي صلوات عليہ السلام جا عدد _ 110

حضور انور حسن صلوات عليہ السلام جا عدد _ 118

حضور انور حسين صلوات عليہ السلام جا عدد _ 128

حضور انور فاطمہ صلوات عليہ السلام جا عدد _ 135

هي پنجئي هڪڙي شيءِ آهن، انهن جو اَصُلُ پهريون حضور محمد سائين صلي الله عليہ وآله وسلم آهي ۽ آخر سائڻ حضور فاطمہ صلوات عليہ آهي، جيترو سندن عددن ۾ تفاوت آهي، اوترو سندن باطني مڪانن ۾ تفاوت آهي. جيڪڏهن ڪنهن جي بہ هڪ وٽ پهچ ٿئي تہ دارين تائين ڪافي آهي.

سري فقير غمڪسار سائين جي درس مان معلوم ٿيو تہ ڪو بہ خوش قسمت انسان روحانيت جي منصب سان اگر پنجتن پاڪ سائين جي مڪانن مان هڪ تائين بہ جيڪو سامي پهچي ٿو ان کي دنيا عقبا ۾ ڪاميابي حاصل ٿئي ٿي.

جيئن تہ حضور انور شاهنشاهہ رب پاڪ جي ذات پاڪ سيني لاءِ آهي، تيئن پنجتن پاڪ سائين جو رحمت وارو گهراڻو سيني جي لاءِ آهي ۽ سندن امت جا اولياء فقير صوفي بہ سيني جي لاءِ آهن روحاني فيض ڏيندڙ ۽ روحاني اصلاح ڪندڙ آهن.

پاڻ اسلام دين ۾ فيض ظاهري يا باطني مسلمان ٿيندڙ امتي جي واسطي رکيائون ۽ تصوف ۾ پوري انسانيت جي لاءِ روحاني فيض

جاري ڪيائون، ڇو ته پاڻ گذريل سڀني نبين جا تاجدار سردار به آهن ته انهن جي امت جي لاءِ به رحمت آهن.

هر انساني روح جي لاءِ جن روز الست ۾ رب پاڪ سان واعدو ڪيو هيو، عبادت ڪرڻ جو يا رب پاڪ سڃاڻپ جو يا سندس عشق جي امانت جي بار کڻڻ جو يا جملي جيڪي به واعدا ٿيا ۽ ان کان علاوه جيڪو به انسان هن ڪثرت جي جهان ۾ اچڻ بعد جهڙي به نبي جي دين ۾ آيو ۽ جنهن به نبي جو امتي ٿيو. انهن سڀني "دينن" جو مڪمل منصب حاصل ڪرڻ جي راهه ۽ حضرت عشق جو فيض حاصل ڪرڻ (حضرت عشق به پنجتن پاڪ جي پنجن عناصرن مان اعليٰ خودمختيار ٺهيل آهي. وارو رستو تصوف جي مسلڪ ۾ اهو روحاني ڳجهو راز ۽ سمورا فيض رکيائون. ڇو ته پاڻ رحمت اللعالمين آهن ، مسلمانن جا به آهن ته غير مسلم جا به آهن، مگر امتي فقير زياده اجان به زياده قرب جو منصب ماڻيندو آهي. تصوف جي راه تي هلندڙ صوفي سڏجن ٿا. جيڪي پنهنجي وجود يعني اندر جا ورق، ذڪر الاهي ۾ سدائين شامل ڪري رات ڏينهن رب پاڪ جو وصال گهرندا آهن، سرشناسي ۽ رب شناسي ڪرڻ جي محنت ڪندا آهن ڳجهو ربوبي راز رکيل اندر وارو عنايت الهي مطابق حاصل ڪندا رهندا آهن. پاڻ سڳورن جي ظاهري وقت اهڙن صوفين جي شان ۾ حضور قرآن شريف ۾ هن طرح فرمان آيو "ولا تطر د الذين يدعون ربهم بالغدوة و العشي يريدون وجهه (۽ انهن ماڻهن کان پنهنجو پاڻ کي پري نه ڪر جيڪي صبح شام (ڏينهن رات) پنهنجي رب کي ياد ڪندا آهن ۽ ان جي رضا طلبيندا آهن.

جڏهن انسان پنهنجو اندر وجود روشن ڪندو آهي ته اصل اسلام جي يا ڪفر جي يا عشق جي رب پاڪ جي يا پنجتن پاڪ جي يا مرشد ڪامل جي يا محبوب معشوق جي يا قرآن شريف جي يا

رضا رب سان سندس ناهيل قدرت جي، سچائي بعد ۾ ٿيندس. جڏهن واصل باالله ٿئي پوءِ ان انسان وٽان مذهبي تعصب، جهيڙا جهٽا، ڦڏا ختم ٿي ويندا آهن ۽ انسانيت سان محبت ڪري ٿو. باقي جيڪو رڳو ڳالهيون ڪري ٿو ۽ ان تي عمل ڪري اها محنت نٿو ڪري جيڪڏهن اندر ۾ نفس جو غير ۽ اونداهه جو پردو بيٺو آهي. ان کي روشن نٿو ڪري، تہ پوءِ اهو روحاني لاڀ ڪيئن حاصل ڪندو. حافظ بي عمل اهڙي طرح هوندو آهي جيئن صندوق ۾ قرآن شريف پيل هجي ۽ فائدو نہ وٺي سگهجي ۽ روحانيت جي حاصلات کان پري هوندو آهي. باقي قرآن شريف پاڻ راضي ٿي ڪري ڪجهہ عطا ڪري تہ اختيار وارو آهي. عالم بي عمل ائين هوندو آهي جيئن جانور پٺي تي ڪتابن جو بار کڻي گهمائي ۽ ان مان ڪو بہ فائدو حاصل نہ ڪري سگهي ۽ روحانيت جي حاصلات کان قاصر آهي جيڪڏهن عالم عمل وارو آهي تہ دين جو ٿنڀو آهي. صوفي بي عمل ائين هوندو آهي سڪل کوهہ جي مثال نہ پاڻي ڏئي سگهي نہ آباد ڪري سگهي ۽ دل ۾ تہ بجبترو ديدار نہ ڪري سگهندو آهي، ويتر اهو سچن تي داغ بڻبو آهي ۽ مرشد کان فيض حاصل ڪري نہ سگهندو آهي. باقي اگر ڪامل مرشد انس راضي ٿي ۽ پنهنجي محنت مان ڪجهہ بہ عنايت ڪري تہ سندس اختيار آهي، ڪچي کي سچو ڪري سگهي ٿو. بي عمل جي لاءِ حضور قرآن پاڪ ۾ هن طرح ارشاد آهي "كبر مقتا عندالله ان تقولو اما لا (الله کي اهو ناپسند آهي تہ جيڪو تون چوين ٿو اهو ڪرين نہ ٿو)

حقيقت ۾ تہ سڀ ڪجهہ ان مالڪ حقيقي پروردگار جي وس ۾ آهي، اگر جيڪڏهن پاڻ چاهن ها. تہ سمورا انسان هڪ سڌي راهہ سان "سالم دل" بڻجي وڃن ها. مگر انسان کي عقلي شعور ڏئي هن جهان کي (لعب لهو) راند روند يا کيل تماشو سان بہ پنهنجو رنگ ويئو

ٿو ملائي، ڪاٿي فرمائي ٿو لم يلد ولم يولد. ڪنهن جو ڄڻيو ڄائو نہ
آهيان. تہ ڪاٿي بي مثال فرمائي ٿو ڪٿي وري آدم کي هن طرح مثل
ڪري ٿو "ونفخت فيه من روحي فقعوله سجدين (الحجر) ( ۽ پنهنجو
روح ڦوڪيانس تہ ان جي اڳيان سجدي ۾ ڪري پئجو. آدم جو بت
ٺهيو ان کي سجدو نہ ڪرايو ويو پر جڏهن ذاتي روح ان ۾ آيو تہ
سجدو ڪرايو ويو. بعد ۾ نفس عماره بہ شامل ڪيو ويو ۽ آدم عبديت
۾ اچي ويو. هاڻي بہ جيڪو نفس کي ختم ڪري ٿو تہ ان وٽ وڃي
ذات بچي ٿي ۽ هميشہ حياتي وارو اولياءُ فقير ٿئي ٿو. "وفي انفسكم
افلا تبصرون الذاريت ( ۽ اوهان جي جند ۾ آهي نٿا ڏسو ڇا. وري
ڪٿي فرمائي ٿو فرمائي ٿو مان اول بہ آهيان آخر بہ آهيان ظاهر بہ
آهيان. هاڻي جيڪو ظاهر فرمائي ٿو ان لاءِ فقيرن ٻڌايو آهي تہ
انساني ويس ۾ پاڻ سير ڪرڻ آيو آهي. ڪٿي حديث شريف اچي
ٿي "خلق آدم علي صورته" (آدم کي پنهنجي صورت تي خلقيائين)
ڪٿي ٻي حديث ۾ فرمان اچي ٿو "الانسان سري و انا سره" (انسان
منهنجو ڳجهہ آهي ۽ آءُ سندس ڳجهو آهيان. ان سڄي کيل کي يا
قدرت جي ڳجهہ کي سمجهڻ تڏهن ٿيندو جڏهن انسان پنهنجي اندر
۾ ڪامل مرشد جي رهبري سان وجودي شعور جي سمجهہ محنت
ڪري کولي ۽ لقاءُ ڪري بعد ۾ حقيقت کان واقف ٿيندو. باقي نہ تہ
عمر افراد گذري ٿي.

تصوف هڪ اهڙي مسلڪ آهي، جيڪا حضور انور پنجتن
پاڪ صلوات الله عليہ پوري انسانيت لاءِ روحانيت جي راه جنهن ۾
ڪو بہ خلل ڪونهي ۽ جنهن مان سڀ سڃاڻ ملي ٿي ۽ ان ۾ اسلام
جو حقي منصب ملي ٿو. عشق جي امانت سان نيباهہ ٿئي ٿو. روحاني
علمن ۾ علم ديني، علم صدري ۽ ڪيترائي روحاني علم. باطن جي
ڄاڻ ڏيندڙ حاصل ٿين ٿا. اها راه تصوف هميشہ لاءِ روان ڪري ويا

آهن پنهنجي فيض رحمت مان پيالو عشق جو پياري اصلي هوش جاڳائن ٿا. تصوف سڀني عبادتن جو روح آهي، تصوف تزڪيہ نفس آهي يعني نفس کي شر، غير کان پاڪ صاف ڪري ٿو. تصوف توجہ الهي، ذڪر، فڪر، مصور، فنا، بقا جي منزل راہ آهي.

تصوف سڀني انسانن ۽ هر مذهب رکندڙ انسان کي روحاني باطني فيض جو جلوو بخشيندڙ آهي.

**تصوف جو آغاز:** حضور انور سردار ڪريم صلي الله عليہ وآله وسلم، جن هن ظاهر جهان ۾ حضرت آدم عليہ السلام کان جيڪي بہ نبي سڳورا ٿي آيا آهن، تن سڀني جا سردار آهن ۽ قدرت جي خلقيل سڀني جهانن لاءِ "رحمة اللعالمين" آهن. پاڻ سان گڏ سڀني انسانن جي ڀلائي خاطر سڀ نعمتون، برڪتون، فيض فضل، محبتون همدرديون، ظاهر باطني سڀ علم، انسانذات جي ڀلائي لاءِ پاڻ سان گڏ هن ڪثرت جي جهان ۾ ساڻ کڻي آيا. ان سان گڏ دين اسلام آندائون. ڪتاب فرقان شريف آندائون، عشق جي امانت جي روحاني راهہ تصوف آندائون.

سن 9-اپريل 571ع بروز سومر بنو هاشم قبيلي ۾ حضرت عبدالله رح جن جي گهر ۾ ظهور تولدي فرمائي. چاليهن سالن جي عمر مبارڪ ٿي تہ هر عام ۽ خاص اڳيان آخري نبوت ختم رسالت جو اعلان ڪري فرمايائون ۽ دين اسلام جي راهہ قرآن شريف جي پيغام مان، حديث شريف مان مڪمل سڀني انسانن اڳيان ڪليل ڪتاب جيان روشن ڪيائون. ڪنهن بہ دشواري پيدا ٿيڻ تي ڪڏهن بہ غمگين نہ رهيا سندن صبر، استقلال، بردباري ۽ بهادري قائم هي. "53" سالن جي عمر مبارڪ تائين مڪي شريف ۾ رهيا ۽ ٻاونجاهہ سالن گذرڻ بعد 27 رجب تي ڪين عرشن مٿي معراج ٿيو ۽ عرشن جا

دروازا پنهنجي امت جي اوليائن فقيرن لاءِ هميشه کولي ڇڏيائون. ٽيونجاهه سالن بعد هجرت ڪرڻ فرمائي "مدينة الرسول" عرب جي شهر ۾ اچي رهيا جنهن جو پراڻو نالو "يثرب" هيو ۽ ان هجرت دؤران اسلامي سن، هجري سال شروع ٿيو. اتي مدينه منور جي ٻاهران هڪ مسجد قبا جي نالي سان تيار ڪرايائون. جيڪا اڄ اسلامي پهرين مسجد سڏجي ٿي. بعد ۾ مدينه منور ۾ پنهنجي اسم پاڪ سان هڪ "مسجد نبوي" تيار ڪرائي وئي. جيڪا اسلامي هيڊڪوارٽر جي حيثيت بڻي، جتي ماڻهو پري پري کان ڪهي مسلمان ۽ امت رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ۾ داخل ٿيڻ لڳا ۽ اتي سن ٻي هجري ۾ روحاني سلسلي تصوف جو باقائده طرح انتظام شروع ٿي ويو. ان کان اڳ تصوف جي مسلڪ "علم احسان" جي نالي سان به هئي.

مسجد نبوي ۾ هڪ چبوترو چاليهه فوٽ هم چورس ايراضيءَ سان بنايو ويو جتي تصوف جي روحاني راه اختيار ڪندڙ "صوفي" رهڻ لڳا ۽ هن مسلڪ روحاني هلائڻ جي سموري قيادت حضور انور مشڪل ڪشا حضرت علي ڪرم الله وجه جن جي هٿ هيٺ رهي. زميني راهُن سان گڏ آسمانن جي واٽن جي ڄاڻ، امت رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جن کي اهو روحاني فيض عام ٿي ويو ۽ ڪيترائي اصحابي سڳورا حضور انور علي سائينءَ جا طالب ٿي علم معراجي، علم لدني ۽ ڪيترائي روحاني علم حاصل ڪرڻ لڳا ۽ مرشد (وسيله) وٺڻ جو نظام باقاعده هميشه شروع ٿي ويو ۽ حضور انور سردار ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جا امتي فقير روحاني رنگ ۾ رنڱجڻ لڳا ۽ ازل کان فقير روحن جي هن ڪثرت جهان ۾ آمد زياده شروع ٿي وئي. ان وقت ڪجهه اصحابن سڳورن، مسلڪ تصوف تي هلڻ وارن جا هن طرح ڪجهه اسم ملن ٿا. حضرت بلال مقداد، حضرت عمار بن ياسر، ابن مسعود، حضرت مهيب، حضرت خواجه

حسن بصرو حضرت سلمان فارس وغيره.

اهڙي طرح دين اسلام جي ظاهري تعليم سان گڏ، روحاني باطني، تصوف جي علم جي شروعات ٿي وئي ۽ ٻارهن ئي امام پاڪ سڳورا دين اسلام جو درس ڏيندا رهيا ۽ ان سان گڏ روحاني طالبن کي هي تصوف جو باطني اسرار بہ سمجهائيندا رهيا.

## تصوف ۾ فيضياب ٿيندڙ ڪجهہ مشهور صوفي فقيرن جا اسم شريف

**2 صدي هجري:** 1: حبيب عجمي: هن فرات ندي جي ڪناري تي هڪ خانقاه تيار ڪرايو هيو. پاڻ حس بصرو عليه السلام جو طالب هيو. 2. سفيان ثوري 161هہ 3. ابو اسحاق ابراهيم بن بلخي 162هہ 4. حضرت معروف ڪرخي، خراسان جو هيو. هن جو طالبي سلسلو حضرت امام موسيٰ رضا سان ملندڙ آهي.

**3 صدي هجري:** حضرت ابو اسحق نيشاپوري 265هہ 2. صوفي علي بن سهل اصفهاني 280 هہ 3. حضرت طيفور عرف بايزيد بسطامي، فارس ايران جو. هن صوفي فنا بقا جو عقيدو ظاهر ڪيو هيو ۽ سبحاني ما اعظم شاني جو نعرو بلند ڪيو هو. 4. صوفي حضرت جنيد بغداديؒ پاڻ وڏو عالم بہ هيو تہ ڪامل بہ هيو سندس رحلت 257هہ بغداد، عراق ۾ درس ڏيندا هئا. 5. صوفي ذوالنون مصري، هي نوبيا جو رهاڪو هيو بعد ۾ اچي مصر ۾ رهيو ۽ هن بزرگ تصوف جي پيغام کي نظم ۾ پيش ڪيو.

**4 صدي هجري:** 1. ابو طالب مڪي، مولف "قوت القلوب". 2. ابو نصر سراج طوسي "اللمع" جي مصنف ايران ۾ درس ڏنو. 3. ان کان علاوه حسين بن منصور "حلاج" ذڪر ايران ۾ "طور" نالي هڪ

ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. بعد ۾ بغداد ۾ رهيو هن صوفيءَ "اناالحق" جو نعرو بلند ڪيو. جنهن تي عالمن مولوين مٿس ڪفر جي فتويٰ جاري ڪئي ۽ کيس سوريءَ چاڙهي شهيد ڪيائون. سندس عمر 64 ورهيه هئي. 4. حضرت ابوبڪر شبلي خراساني هي منصور حلاج جو دوست هوندو هيو ۽ اندازن چوويهه سال منصور حلاج کان بعد رحلت ڪيائين.

**5_6 صدي هجري:** شيخ ابو اسحاق شيرازي وڏو عالم دين هيو ۽ مسلڪ تصوف اختيار ڪيائين. وفات 440 هه. 2. شيخ ابو عبدالرحمان سلمي 442هه. صوفي خواجه نظام الملڪ طوسي، حضرت امام غزالي رح، جيڪو اڪثر هي جملا چوندا هيو ته "مذهبي گمراهين کان بچڻ لاءِ، انسانن جي لاءِ واحد راهِ نجات، طريقو تصوف آهي." حضرت داتا گنج بخش لاهور وارو پاڻ ڪتاب "ڪشف المحجوب" لکيائون. رحلت 465هه. سيد عبدالقادر جيلاني ڪنيت ابو محمد بن ابو صالح عرف محمد موسيٰ جيلاني لقب محي الدين يعني دين کي جيارينڊڙ. سندن ولادت 471هه مطابق 1079ع "جيلان" نالي هڪ ڳوٺ ۾ ٿي، جيڪو ايران ملڪ ۾ بُحَيره خَزَر (ڪيپين سي) جي اترئين ڪناري تي واقع آهي. اهو دؤر خليفي مقتدي بامرالله عباسي جو دؤر هيو ان وقت داتا گنج بخش لاهور واري کي پنج ڇهه سال وفات ڪئي ٿيا هئا. محبوب سبحاني سائين جو نسبتي سلسلو ناناڻن ڏانهن حسيني ۽ ڏاڏاڻن ڏانهن حسني آهي. سندن شجرو هن ريت ملي ٿو.

## "شجرو نسبتي ڏاڏاڻا"

سيد عبدالقادر جيلاني بن سيد ابو صالح بن سيد عبدالله بن سيد موسيٰ بن سيد جُونُ بن سيد عبدالله محض بن سيد حسن مثنيٰ بن سيد امام حسن بن سيد امام علي شير خدا عليه السلام.

## "شجرو نسبتي ناناٽا"

سيد عبدالقادر جيلاني بن اُمۃُ الجبار اُمُ الخير فاطمہ بنت سيد عبدالله صومعي بن سيد جمال الدين محمد بن جرّاد بن امام موسيٰ رضاء بن امام موسيٰ ڪاظمء بن امام جعفر صادقء بن امام محمد باقرء بن امام علي عرف زين العابدينء بن امام حسينء بن امام علي اسد اللهء شير خدا عليہ السلام.

مؤرخ لکن ٿا، تہ حضرت امام حسن عليه السلام جن کي ٽي نينگر هئا. 1. حضرت قاسم عليه السلام، 2. حضرت زيد عليه السلام ۽ حضرت حسن مثنيٰ عليه السلام. حضرت قاسم نينگر ڪربلا ۾ شهيد ٿي ويا. باقي حضرت زيد عليه السلام مان نسل وڌيو. سيد عبدالقادر جيلاني بہ سندن نسل جي ڪڙي آهي. اهڙي حقيقت اهل شيعت فرقہ جو مشهور معروف مورخ حاجي عباس ڪمي، پنهنجي ڪتاب (متهي الامال ج:1 صفحو_244) ۾ هن طرح لکي ٿو.

"و فرزندگان امام حسن عليه السلام از زيد و حسن مثنيٰ بجائي ماند لاجرم. سادات حسني بجمبلہ بتوسط زيد و حسن با امام حسن عليه السلام پيوستہ ميشوند." يعني امام حسن عليه السلام جا فرزند زيد ۽ حسن مثنيٰ رهيا هئا. جن مان حسني سادات هليا ۽ انهن جو سلسلو انهن سان ڳنڍيل آهي.

سيد عبدالقادر جيلاني محبوب سبحاني جن جي آمد تولدي وقت پنجين صدي هجري جو پويون وقت هيو. اسلامي دنيا وڏي انتشار جو شڪار هئي، ان وقت کي انگريز تاريخدان "گبن" ۽ ٻين ان وقت کي اسلامي دنيا جو انڌيري وارو دؤر ڪري سڏيو آهي. اندلس ۾ اسلامي حڪومت جي مرڪزيت ختم ٿي چڪي هئي. مصر ۾ باطنيہ عبيديہ حڪومت قائم ٿي چڪي هئي. هندستان ۾ سلطان

محمود غزنوي جي جاءِ نشينن جو زوال اچي رهيو هو. عيسائي بيت المقدس تي مڪمل قبضي ڪرڻ بعد، ڪعبة الله تي حملي ڪرڻ جي تياري ۾ هئا. عباسي خلافت صرف بغداد شريف جي ڀرپاسي وارن علائقن تائين محدود رهي هئي. عباسي، ترڪ سردارن جي هٿ ۾ رانديڪا بڻجي چڪا هئا. يورپ ۾ عيسائين سلطنتون، مسلمانن جي خلاف متحد ٿي برسر پيڪار هيون. مسلمان فرقي بندين ۾ ڦاٿل هيا "قرآن شريف" مخلوق آهي يا نه واري ڇڪتاڻ ۾ پئجي ويا هئا. اسلامي اصل طريقو ختم ٿي رهيو هيو اسپين ۾ ابتو نمونو رائج هيو. مرد پردو ڪن پيا ۽ عورتون بي پردگي ۾ هيون. ماڻهن جي دلين مان الله پاڪ جو خوف ۽ سردار ڪريم ﷺ جي اطاعت ڏانهن ڌيان گهٽبو وڃي پيو. حالتون خراب، معاشرو تباهه اخلاق ڪريل ۽ مزاجون بيڪار ٿي چڪيون هيون. وقت جا امير عياش پرستي ۾ مبتلا هيا. بدڪاري شراب نوشي عام ٿي وئي. اهڙي ڏکئي وقت ۾ ڪنهن ڪامل اولياء جي سخت ضرورت هئي. انهن ڏينهن جي صورتحال ۾ هڪ ڪامل مرد جليل پيرن جو پير دستگير محبوب سبحاني سائين جن جي تولدي باسعادت جو ظهور ٿيو. جنهن جي روحاني برڪتن ۽ باطني انوار الاهي جي اظهاري سان اونداهه دليون روشن ٿيڻ لڳيون. فيض ڪرم سان مخلوق خدا جا سينا معرفت جا خزينا بڻجڻ لڳا. سن 567هه ۾ جيڪا سلطنت باطنيه ختم ٿي چڪي هئي ان وقت محبوب سبحاني سائين جي نگاهه ڪرم سان سلطان نور الدين زنگي ۽ سلطان صلاح الدين ايوبي جهڙا شيردل حڪمران ميدان ۾ آيا ۽ هندستان ۾ غزني بادشاهن جي تباهه ٿيل حڪومت جي جاءِ تي غوري خاندان جي نئين حڪومت قائم ٿي. اندلس ۾ اسلام کي عروج نصيب ٿيو. سن 615هه ۾ تاتارن چنگيز خان ۽ سندس ساٿارين مسلمانن ۽ سندن سلطنت کي ڪافي نقصان رسايو هيو. بعد ۾ اهي

ٻہ مسلمان ٿيڻ لڳا. خود هلاڪو خان جو پٽ تگودار ٻہ محبوب سبحاني سائين جي هڪ فقير درويش جي هٿ هيٺ مسلمان ٿيو بعد ۾ سندس نالو "احمد" رکيو ويو جيڪو 1281ع کان 1284ع تائين تاريخ جي ڪتابن ۾ اهو نالو اچي ٿو پيو ۽ ڪيترائي تاتاري سردار مسلمان ٿيا.

**نئين سر تصوف جا سلسلا:** سيد عبدالقادر جيلاني رح باقاعده دين اسلام جي صحيح اصولن ۽ تصوف جي روحاني فيض جو هڪ تسلسل جي تربيت جو هڪ "مدرسہ قادريہ" جي نالي سان قائم ڪيو ۽ پاڻ روحانيت تصوف جو قادري ۽ قادري سروري سلسلہ جي شروعات ڪيائون ۽ ظاهري باطني فيض عام ڪيائون. اوصاف ڪرامات ٻہ ڪثرت سان نمودار رهي ۽ ڪيترن روحاني سلسلن جي پيروي ڪندڙن جو روحاني اصلاح ڪيائون. جيئن مثلن "سهروردي" هي ٻہ هڪ روحاني طريقہ تصوف جو سلسلو آهي. هن سلسلي جي باني شيخ شهاب الدين ٻہ اچي وٽن فيض پرايو. ان کان علاوه هندستان ۾ روحاني سلسلو هلائيندڙ خواجہ معين الدين چشتي رح جو ٻہ ساڻن ڪافي گهرو تعلق رهيو. اهڙي نموني نقشبندي سلسلہ روحاني هليو ۽ هنن سلسلن روحانيت جو نئون رنگ لائي ڇڏيو ۽ انهن چئني سلسلن جي روحاني مرشدي نسبت حضرت علي ڪرم الله وجه جن سان ملندڙ آهي. ۽ بعد ۾ عرب ملڪن ۾ يا هند سنڌ ۾ روحاني فيض ڏيڻ وارا اولياءَ فقير ڪيترائي سيلاني ٿيڻ جي ۽ ب عد ۾ اوطارا ٺاهي فيض ڏيندا رهيا. حضرت شيخ صنعان، جيئن حضرت عثمان شهباز قلندر، شاهہ شمس تبريز بو علي قلندر وغيره.

عرب ملڪ ۾ شيخ محي الدين محمد عرف ابن عربي هڪ نظريہ "وحدت الوجود، همہ اوست" جو ظاهر ڪيو. پاڻ اسپين ۾ ڄائو

هيو ۽ دمشق ۾ 1240ع ۾ وفات ڪيائين. بعد ۾ شيخ احمد بن عبدالاحدفاروقي (پنجاب) مٿئين نظريہ جي برعڪس هي نظريہ ڏنو (همه از اوست يعني سڀ ڪجهہ ان ڪان آهي ۽ "وحدة الشهود" جو 1034هہ ۾.

**7 صدي هجري ۽ بعد ۾:** شيخ فريد الدين عطار مشهور ٿيو. سندس اصل نالو "محمد" آهي ۽ لقب فريد الدين ۽ عطر ڪپائڻ جي ڪري شيخ عطار مشهور ٿيو. بعد ۾ هن کي شهيد ڪيو ويو. هند سنڌ ملتان ۾ 726هہ ۾ شاهہ شمس تبريز جي کَلَ لاٿي وئي سرمد. بلا شاهہ محڪم الدين سيلاني، بوعلي قلندر غوث بهاءُ الحق ۽ ڪيترائي صوفي بزرگ مشهور ٿيا. ان ڪان علاوه سنڌ ۾ خاص طرح صوفي مشهور بزرگن ۾ حضرت عثمان قلندر شهبازرح، حضرت شاهہ عبداللطيفرح، حضرت سچل سرمسترح، ۽ حضرت قادر بخش بيدل رح صوفي شاهہ عنايت جا نالا ملن ٿا. پر سچي سنڌ الله وارن اوليائن فقيرن سان بلڪل ڀريل آهي. جن جي حيثيت جو نگهبان پاڻ مالڪ خود الله پاڪ سائين جل جلاله آهي. سندن مِٽيءَ سندو مان ڪنهن انسان جي هٿ ۾ آهي، تہ ڪو مٽائي سگهي. اهي سراپا حق آهن ۽ حق جو پيغام ڏيندڙ آهن ۽ هميشہ حيات آهن. باقي ظاهري زندگي گذارڻ بعد پرده پوش آهن. جن سان جيترو راضي ٿين، تہ پردو هٽائي روبرا هدايت رهبري ڪري سگهن ٿا. اهڙن فقيرن جي سلسلي مان قادري سروري جي هڪ سلسلي بابت ڪجهہ لکجي ٿو. سنڌ جي گهوٽڪي ضلعي ۾ هڪ صوفي بزرگ حضرت مخدوم محمد صديق سيهڙ سائين قادري سروريرح جنهن جي روحاني نسبت پنجاب صوبي (پاڪستان) جي صوفي بزرگ حضرت سلطان باهو قادري سروريرح سان آهي، پاڻ سنڌ ۾ ڪافي هنڌن تي سفر ڪري فيض ڏنائون. سندن سلسلي مان حضرت هادي مير سائين عبدالقادر ٽالپر قادري سروري فيضياب ٿي

پنهنجي شاهاڻ زندگي ترڪ ڪري سادگي اختيار ڪيائون. سندن فيض برڪت روحانيت مان حضرت هادي علي محمد فقير جمالي قادري سروري لقمان شريف وارا نمايان ٿيا. (ان وقت مير علي نواز ٽالپور جي حڪوت هئي) ۽ بعد ۾ حضرت جمالي سائين جن وٽان فيضياب ٿيا. حضور هادي سَري فقير غمڪسار مهيسر قادري سروري رضہ جن. جتان حضور هادي گل حسن "گل" مهيسر قادري سروري جن فيضياب ٿيا ۽ ڪيترائي غمڪساري طالب روشن دل ٿيا ۽ هن وقت بہ سندن روحاني، ظاهري ۽ باطني فيض جاري آهي ۽ هميشہ رستا خيز تائين جاري رهندو. آمين

فقير گل حسن سائين جن جي ڪتاب ۾ سندن مسلڪ تصوف تي ان ڪري، تصوف جو عنوان لکڻ لازمي سمجهيم تہ جيئن تصوف جي مسلڪ جي خبر پوي، ڇو تہ پاڻ فقير سائين گل حسن قادري سروري رح جن ان مسلڪ تي فائز رهيا ۽ فيض ڏيندڙ رهيا آهن.

ڪتابن ۽ صحبت درويشيان منجهان هن ناقص ڪي جيڪا ڄاڻ ملي سا درج ڪئي وئي، اگر غلطي ٿي هجي، تہ اصلاح بہ ڪندا ۽ معاف بہ ڪندا. شال فقير هن نماڻي تي راضي رهي. آمين



# سجاده نشين

حضور هادي محمد يوسف نانڪ يوسف قادري سروري غمڪساري سائين پاڻ حضور هادي فقير گل حسن قادري سروري غمڪساري رح جا وڏا فرزند ۽ گادي نشين آهن غمڪسارآباد جا. سندن روز ولادت باسعادت 27 شوال 1348هه مطابق 23 آگسٽ 1949ع بروز اڱارو ڳوٺ رفيق مهيسر درگاه غمڪسارآباد شريف ۾ ٿي. پاڻ ڇمندي ئي وجودي شعور لکيل جي رمز سان آيا.

حضور هادي غمڪسار سائين جن جي روحاني دعا جي اثر سان هي فقيري روح هن جهان ڪثرت ۾ تولد ٿيو ۽ ڪين حضور هادي غمڪسار سائين جن پنهنجي هٿن مبارڪ ۾ کڻي بيحد خوش ٿيا ۽ فقراء کي واڌايون ڏنائون. جڏهن نانڪ سائين جن ٿورا وڏا ٿيا ته اسرار الهي جون ڪي ڳالهيون نمودار ڪرڻ لڳا. جنهن تي سندن ڳوٺ جا ڪجهه ماڻهو حضور هادي غمڪسار سائين جن وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون ته سائين هي توهان جو نينگر مقام ۾ قبرن مٿان بيهي ۽ قدرت جو ڳجهو راز ٿو پيو نمودار ڪري. ان تي پاڻ هادي پاڪ فرمايو. ادا هي نانڪ يوسف آهي، هن جو خيال ڪليل آهي. ننڍو نينگر آهي تنهنڪري راز ﭔڌائي ويهي ٿو. اڳتي توهان کي نه ﭔڌائيندو اسان پردو ڏيونس ٿا. بعد ۾ هادي نانڪ يوسف سائين جن باطني رمز ﭔڌائڻ کان عام ماڻهن م خاموش ٿي رهيا. سندن ظاهر ۾ سرڪاري ملازمت هاءِ اسڪول ۾ استاد ٿي رهيا آهن. هاڻي پينشن ورتي اٿن ۽ تقريباً وقت درگاه شريف کي ڏين ٿا. پاڻ سڄي عمر اڪثر ڪري والد سائين حضور هادي گل حسن جي خدمت ۾ رهيا، طالب به پنهنجي والد صاحب جا ٿيا ۽ پنهنجي مرشد والد صاحب وانگر سادگي جي زندگي پسند فرمائي اٿن. سندن خلوت گاه ۾ هيٺ

سمهڻ پسند فرمائيندا آهن ۽ پوشاڪ بہ سدائين هلڪي آسماني رنگ جي پائيندا آهن. اونهاري ۾ رات جو اگهڻ تي کٽ تي سمهندا آهن، اڪثر وقت رياضت ۽ عبادت ۾ گذاريندي نظر ايندا آهن.



# ڪافي

آ ميان عشق آدم خورا،
ڪا ياد اسان جي آئي ٿئي.

1. آ ذڪريہ سر ڪرٽ چيرائي،
يحيٰ کي بہ ذبح ڪرايئي،
وارَ اسانجي آئي ٿئي.

2. شمس مُلن کان مارايئي،
يونس مڇي جي پيٽ وجهايئي،
مهيسر موج مچائي ٿئي.

3. عشق واري آگ لڳڻ ۾،
صوفيءَ واري صاف صحَن ۾،
”گل“ گلزاري لائي ٿئي.

# ڪافي

عشــق تــيــو آ امــام،
ڪعبہ هلي هتڙي آيـو.

1. هـاديءَ سـنـدي حـال جـو
هـا گـم هـل هـلايـو.

2. سهڻي واري صاف سبـق مـان،
صوفـيءَ سيـر سـمـايـو.

3. مهيسر وري مام انهيءَ جـي،
مـحـبـت مـچ مـچـايـو.

4. گـوهـر "گـل" گـام گـام،
گـونـدر غـم گـذاريـو.

# مناجات

حق موجود (**حضور غازي عباس علمدار سائين**) سدا موجود

يا غازي تيءِ راضي،
عشق جو گريو ڏيار.

1. ڪمينيءَ تي ڪرم ڪر،
نادار تي نظر ڌر،
صفا سچي آهي چر،
مان واري ميس مار.

2. ڪافر آهي ڪنون ڪتو،
نتو پوي ڪو پتو،
گر انهيءَ ۾ گتو،
سهڻا لهو هن سار.

3. پنهنجي دامن نہ ڇوڙاءِ،
ٻيڙو ٻيائي وارو ٻوڙاءِ،
لهر ڪنهن سهڻيءَ لوڙاءِ،
پينوءَ کي ٽپايو پار.

4. معاف ڪيو ميرن مندن،
جي عيب آهن سندن،
غفلتان جي آهن گندن،
اونهي انهيءَ هن اڪار.

5. غافل هي گنهگار آ،
پيئي انهيءَ پار آ،
پرين سندي پيزار آ،
آهي اوهان هي آڌار.

6. توبه هن قبول پئي،
فيصلو ٿئي هت ٿئي،
هئي هئي ڪيهون ڪري هي،
لڳي اوهان جي هي لار.

7. عمل آهن هن گندا،
ڪيئي ڪيا ڦيرا ڦندا،
جيئرا آهن جيتر بندا،
تانگهو لنگهايو هن تار.

8. هن بندي معافي ڏيندين،
قبر محشر شافي ٿيندين،
هڪ دم هت ايندين،
ڪير پڇي خبر چار.

9. جاءِ جهنم جڙي ٿي،
پرت نال هت پڙي ٿي،
مفت هئ ماندي مري ٿي،
ويٺي وسائي هي ٻار.

10. اکيون اگهڻ ايڏهن آهن،
هڪ پل پرين پسن،
مرڻ پنهنجي ۾ مسن،
نرمل نماريو هن نار.

11. دل ٿي چوي اچان،
نينهن اوهان جي سائين نچان،
سهڻا ڪانءُ ٿي هتڙي بچان،
ڪَريو وجهي هتڙي تو ڪارِ.

12. دردمنــدي دانهــون كــري،
شــل پاجهــ پاروچــل كــري،
ســاعــت هــتــي نــتــي ســري،
جــانــب اتــي جــڏي جــيــار.

13. چوڏهين صدي چل پل چلي ٿي،
كانہ هتي كنهن جي هلي ٿي،
رلــمــل كــيــو رُلِــي رُلــيــتــي،
ســتــر كــر كــو ســتــار.

14. شفاعت تنهنجي كم نہ ٿيندي،
جــي چــڏائــيــنــدي هــك بــنــدي،
كــيــر پــڇــي نــيــكــي بــدي،
مــالــك آهــيــن تــون مــهــنــدار.

15. حسنــيــن جــو مــخــتــيــار تــون،
اڙيـــن ســـنـــدو آڌار تـــون،
ذاتـــي جـــلـــي اخـــتـــيـــار تـــون،
آهـــيـــن اكـــيـــن جـــو ٺـــار.

16. راز تـــو آهـــي ربـــي،
ڳالهہ وري کھڙي کبي،
جلوو کيو جي جَبي،
ڇٽو وڃي هي گنهگار.

17. مـحـمـدي تـو مـوج آ،
مـلـي فـقـيراڻـي فـوج آ،
امـــــر واري اوج آ،
باري لاهيو هي بار.

18. پـاڪ دامـن جـو پـيـار آن،
اکـــن ســنــدو ٺــار آن،
فرمان سـنـدو فـقـيہَ دار آن،
آصي لاهيو هي آزار.

19. نورچشم آهين مولا علي،
ڪري ڪل جي پلي،
بـاقـي رهـي آهـي دلـي،
جـا گـنـاهـن ۾ گـار.

20. شفاعت تو شان آ،
شاهد وري قرآن آ،
اهو ڏريو ڏيان آ،
هن فيض بخش فِقِهَ دار.

21. فيض ڪان ناولي،
مشڪل هن سڀ ٽلي،
تنهنجو بابو آهي بلي،
مشڪل ڪشا سائين مختيار.

22. تون آهين غازي عباس،
ڪنيءَ ڪر ڪو قياص،
جيڪو نپٽ آهي ناس،
ڪونهي انهيءَ ڦير ڦار.

23. جي اچي در هلي،
دامن جنهن سائين جهلي،
ڪرم ڪيو ڪامل ڪلي،
قائم رهي هن قرار.

24. مهيسر تي مهر ڪر،
نوري ڪا نظر ڌر،
آس هي پوري ڪر،
هن تي رهي اهو ئي آر.

25. "گل" آهي هي گندو
اتي هلي ڪيئن ڪندو
رندي هن کي رهڙيو رندو
رهي رهبر نرمل نياز.

## مناجات

**(يا عليءِ سائين يا عليءِ، معاف ڪيو**
**مشڪل منهنجي مشڪل ڪشا مولا عليءِ)**

1. آهه سُڻ عرض منند جي،
دانهن سڻ دردمنند جي،
قياس ڪر قرض مند جي،
پال ڪر ڪو پلا پلي.

2. سڪ منجهارئون سڏڙا ڪريان،
قربان مان توتان ٿيان،
جيڪا حياتي دم جيان،
واهر ڪر تون ولي.

3. گنهگار غافل آهيان،
تنهنجي قرب جي قائل آهيان،
سهڻا توکي سائل آهيان،
دور ڪر درد هن دلي.

4. دامن تنهنجي آ سڪ،
پرين پياريو ڪا پڪ،
آس اندر ۾ آهي هڪ،
توڙهي ٿڪر آهيان ٿلهي.

5. ڪمينن تي ڪرم ڪرين،
درد انهيءَ دارون ڪرين،
جاڙ انهن جودئون ڪرين،
هيءَ هاڪ آهر جاء هلي.

6. عيبن پريءَ جو عرض پُڌ،
مان وار مام رَڌ،
سائين ڪيم هيءَ سڌ،
قرب ڪيو ڪو ڪامل ڪلي.

7. پنهجي عشق جو گريو ڏيار،
پريم جو پيالو پيار،
سائين لهو سگهو هي سار،
جيءَ وچي جوشئون جلي.

8. ڪافرن ڪان ڪافر آهيان،
دعا ڪيو دل سان توبهہ ڪيان،
ڊاءَ تنهنجي ڪان ڊڄان،
ڪان ڏنم ڪا ڀي ڳلي.

9. توبهہ ڪمينيءَ جي قبول ڪر،
واهر اچي سائين وير ڪر،
پينو تي پروري اچي پير ڪر،
هيءَ دائما رهي در ملي.

10. مهيسر کي محبت جي موج ڏيار،
ڪا فقيراڻي فوج ڏيار،
پنهنجي علم جو اوج ڏيار،
ڀي هوس حيراني اٿم پرور پلي.

11. صدقي ذات لولاڪ جي،
مٿي محبوب مدني پاڪ جي،
قدرت ڪلي افلاڪ جي،
ڪيو معاف مشڪل ڳلي.

12. صدقي سهڻي حسن پاڪ حسين جي،
پاڪ دامن خاتون جنت ساداتن جي،
پارهن امام غازي عباس محبوب سبحان جي،
هن جي حال تي ڪيو حملو هلي.

13. بدڪار آ بيڪار آ تنهنجي برهه جو بيمار آ،
عيب هن ۾ اڻ ڳڻيا شرو نه شمار آ،
دلدلي هسوار هلي هت هيڪار آ،
وڃي راه رهبر تنهنجي رَلي.

14. هڪ شڪل جي ڪوجهي ڪيئن ڪري ڪاڏي وڃي
پيو عمل جي گندي ٿيون پولي نه تي اوٽ تنهنجي،
اي متا! نادان اڃان نٿي مڃي،
رهبر راهه ۾ نه ته ڪَلي ڪليو ويندو ڪَلي.

15. قبر سندي عذاب کان،
روز محشر جي حساب کان،
شيطاني شِر شرارت شور کان،
در تنهنجي دستگير جهولي اٿم جهلي.

16. تون مشڪل ڪشا مهندار آن،
اڙيـن سـنـدو آڌار آن،
پيغمبرن سندو پڳدار آن،
واهر ڪر وسيلا هن ولِهي.

17. ديدار تنهنجي جو شوق آ،
محڪم مدامي ذوق آ،
سال ٿيا سڪندي سهڻا هن گونق آ،
مالڪ متڙا وچ ملهي.

18. غمناڪ کي فرحت ناڪ ڪر،
هِن پليتيءَ کان پاڪ ڪر،
ڇُهڙي چريءَ کي چاق ڪر،
تہ "گُل" ٿئي جُتيءَ ڪلي.

19. خاص خدا تو ڪيڪار آ،
اتي پڳن پليتن جي پڪار آ،
هي بيحد بدين ۾ بدڪار آ،
اتي ڦيرو ڪر ڪو فضلي.

20. منڊن ۾ منڊايون مڊامي مڊام،
ڪوڙن ۾ ڪوڙايون ڪوڙا ڪن انجام،
پهچن ٿا پل پل پڪا پڪ پيغام،
شرم رکڻ شافع تو عادت اصلي.

21. شيرين نعرو هنيو ملڪ ۾،
عجب پيو زمينون زمان خلق ۾،
پرين سو پسايو پرين پياري پلڪ ۾،
سمجهايو سمجهه سهڻا جا سامن سلي.

22. مهيسرن ۾ ماندي مري ٿي،
ڳڻتيءَ انهيءَ ۾ ڳري ٿي،
هڪ ساعت بہ سڪ جي نا ٽري ٿي،
تو چائث چُمان چشمن چلي.

23. هن "گل" گندي غمگين جي،
مٿل مُٺي مسڪين جي،
ترت هن تسڪين جي،
وجي توهہ تنهنجي تهدل تلي.

# مناجات

**(غازي عباس علمدار سائين پاڪ جي**
**هڪ اول ۾ هيءَ ٻيهر آهي سدا چيل)**

يا غازي تيءَ راضي،
پنهنجي عشق جو گريو ڏيار.

1. بيقرار کي قرار ڏي،
سهڻا وٺو ساعت سڏي،
جانب جيارو جيئري جڏي،
محب مثل ائين نہ مار.

2. هيءَ عجز مان آهون ڪري،
ترٽئون اچو پير پري،
توهہ تنهنجي هيءَ تري،
اهڙو رکو هن تي آر.

3. ڪِني ڪوجهي دامن تنهنجي،
پر تل آهي پرمن تنهنجي،
صف سامِنِ بيهان تُنهنجي،
غير ڪيو سيوئي غار.

4. ڪمينن ۾ ڪچايون نہ ڏس،
منهنڪاريون مندايون نہ ڏس،
رهبر اچي راهہ ۾ رَسُ،
آ توڪل توهار.

5. عشق تنهنجي آهيان بڪيو
ساعت ناهيان هڪ سڪيو
مون مڪارِ چاهي رکيو
محبت جي مچايو نار.

6. عشق جو قطرو اچايل،
سائين ڏيو ڪي بڪايل،
پريم جو ملي ڍڪايل،
جلدي ڪيو ڪو جار.

7. توبهہ مون منظور ٿئي،
جيتر حياتي دم جيئي،
نوازش مولا جلدي ٿئي،
رهبر حياتي نہ وفادار.

8. تو ٻاڏايان ٻاجهه لئي،
وقت ڪرم جو ڪوئي ٽئي،
هِت هُت بارَ پيو ڪٽي،
ڪير توهان ڪنئن پڇڻ وار.

9. هادي سائين هدايت ٽئي،
معافي جي ڪا مدايت ٽئي،
اصل اتي عدايت ٽئي،
ڪهڙي ٿيندي ٻي ڪار.

10. اهڙو ڪو اعتماد ڏي،

. .......... .......... ..........

سهڻا سائين ڏيو سڏي،
ٻيڙا ٿين آر پار.

11. مهابي پير پيران جي،
زابر سائين جيلان جي،
ميران سائين ميران جي،
بادل برهه جي بيهار.

12. مهابي سهڻي حسين جي،
صاحب سهڻي ثقلين جي،
مالڪ امت ملڪين جي،
سڀ تنهنجي آ اختيار.

13. مهابي سهڻي حسن پاڪ،
دانهن سڻو سائين دردناڪ،
چارئي پلئه چور چاڪ،
باري لاهيو هي بار.

14. مهابي سهڻي مشڪل ڪشا،
جيئري رهي هي نه جدا،
دريان رهي هت صفا،
باري ڪڻو هي بار.

15. مهابي سهڻي مصطفيٰ،
جيئري لاهيو هن جي جفا،
ثابت رهي هت صفا،
باري ڪڻي هي بار.

16. گناهه جيڪي ڪيا اٿم،
باقي عمر نا اٿم،
هن حياتي تان هٿ ڪنيم،
غازي ٿيان هتان غار.

17. هيءَ گل آهي گندو
شوق تنهنجي جو شرمندو
ڀُل ۾ وٺي ٿو ڀِرڪندو
تار انهيءَ ڪان تار.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## محبوب کي دعا

### دوهــڙه



محبوب جي موج هوندي قبر ۾ پيي قائم،
حاضر هوندي هر جاءِ تي ديهيءَ ريءَ دائم،
جنهن سِر سمايم پلي دوجگ قرب کري کامڻي.



محبوب سپ مڙوئي، ”لَعلَ“ انهن ۾ لائي،
بنان عشق الله جي، عمر سپ اجائي،
بازي کٽي سائي، جا لعل منجهان لعل تي.



لعلان پلي لَکين هُجن، لعل انهن ۾ لعل،
هڪ قرب ٽيس ڪريم جو پيو هاديءَ سندو حال،
سُهڻي انهيءَ چال، گوندر لٽس ”گُل“ چوي.

# غازي گيڙن وارا



گوندر لٿس "گُل" چوي، هوندي اميراڻي اوج،
ڪي هـونـدي قـربـدار جـي، فـقـيـراڻي فـوج،
محبـوباڻي مـوج، غـازي ڏسـنـدا گـيـڙن وارا.



غازي ڏسندا گيڙن وارا، مـحـبـوبـن جـي مـام،
آجـهـو هـونـدن الله جـوَ سُـهـڻـي هـونـدا سـام،
جال پيئندا جام، عشـقـئـون آب حـيـات جـا.



عشقئون آب حيات جا، جامَ پـيـئـن جـيـئـي،
مدرسـي مـحـبـوب جـي، سـرهـا ٿـيـا سـيـئـي،
اڳڙ انهن جي ئي، هلو تـڪـيـا پـسـون تـن جـا.

## دوهـــڙه



اصـل عـادت عـاشـقـن، هـيـتـاهـون حـال،
مـحـبـت ۾ مـحـو ٿـيـا، خـاصـو رکـي خـيـال،
مـڏيـون سـپ مـال، سـر سـوڙو صـدقـي ڪـن.



سـر سـوڙو صـدقـي ڪـن، جـان جسـم،
مـحـبـت ۾ مـحـو ٿـيـا، ويـئـا ڪـمـائـن اسـم،
رنـدي تـن رسـم، جـي آڏو تـي اڳـي ٿـيـا.



آڏوتـي اڳـي ٿـيـا، وڃـج سـنـدن ويـراڳ،
مـحـبـت مـولا جـي ۾، پـلـو ٿـيـن پـاڳ،
سرتيون هي سهاڳ، "گُل" پسندو گيان سان.

# ”گُل سندو گيان“



آدم سيو الله، جي تون ڳولهين پاڻَ،
ونحن اقرب ويجهڙو، ساڳيو تو ساڻ،
موڳا منجهہ نہ مصلحات ۾، سمجهي سِرُ سڃاڻِ،
اهو اٿي اهڃاڻ، ”گُل“ سندي گيان جو.



گل سندي گيان جو، جي پسين مذڪور،
تہ هادي حَجُ حُضورُ، حاصل ٿئي هتڙي.



گل سندي گيان جي، جي پسين مام،
تہ صبح ۽ شامَ، دائم رهين دارين ۾.



گل سندي گيانَ جي، جي پسين جُوءِ،
تہ رندن سندي روءِ، سڄاڻين هڪ سجود ۾.

# دوهـــڙا



مام پروڙين محبت جي، تہ وٽ هيٺاهون حال،
مولا جي مِهِرَ جو ڪاٽي ناهي ڪال،
سِــرُ ڏي سَــٿَ ۾، هـــي مَــڏي ۽ مـــال،
خاصو رکين خيال، تہ مزو پسين محبت جو.



مزو پسيـن مـحبـت جو مـحبوبـن رک مـان،
ذات صفات سچاڻ تون، شاهـي رک ان شـان،
پرين پسائيندو پاڻهي، قـرب سـنـدو ڪـانُ،
"گُلَ" سـنـدو گـيـان، پـروڙي ڏس تـون پـاڻ ۾.



پـروڙي ڏس تـون پـاڻ ۾، رنـدن سـنـدي روءِ،
پاڻُ نہ پائن پنهنجو ڏِسُ جوڳـن سـنـدي جـوءِ،
وڃج سندن ويراڳ آ، خاصي اٿـن خـوشـبـوءِ،
هنڌين ماڳين هوءِ، مـهـيسـر جي مـوج جـي.



مهيسر جي موج آ، غازين ۾ گم،
سواءِ عشق الله جي، توڙي لاهين چم،
پولي ۽ هتي پڙويءَ جو بُرو آهي بَمُ،
كرين جي ٿم، تہ ساڳيو تون سلطان آن.



ساڳيو تون سلطان آن، وَهمُ پيائي پوڙ
محبوبن جي مهر جي، جوانَ جُتِي جوڙ
پسڻ كارڻ پرينءَ جي، سانگا سڀ توڙ،
غازن سندي گوڙ مهيسر پسندين مام سان.



مهيسر پسندين مام سان، غمكساري گُل،
عشق انهيءَ اوهاڳ جو حيدري ڪرِ هُل،
تكيا پسين تن جا، ناهي تنهن جو ٽُل،
كثرت سيوئي گُل، تابع ٿئي تنهنجي.



تابع ٿئي سڀ تنهنجي، جن مَلكَ بَشَرَ،
تنهنجو مصطفيٰ مهندار آ، حامي منجهہ حَشَرَ،
سِرَ سمجهڻَ سان آهي، كهڙي كارڻ قبر،
سندي "گُل" خبر، مزو پسين مات جو.

# دوهــڙا

## ”سُورَ لهن سِلهيءَ جا“



ڪمينيءَ جا ڪانڌَ، وَر ڪوڪان ولهيءَ جون،
جي اچين هيڪاند، تہ سورُ لهي هن سِلهيءَ جو.



سور لهي هن سِلهيءَ جو، تون ڪريم قربدار،
هي آهي عيبدار، معاف ڪر مهيسر جا.



معاف ڪر مهيسر جا، هن ۾ عيب اپارَ
خالق تو خلقڻهار آن، راحِمُ رَبُ جبارُ
همڙيءَ ويل اُڪار، جو راحت اچي روح کي.

# دوهــڙا

## ”ڏک لهن ڏيلَ جا“



راحت اڇي روح کي، ميٺ هن منـدايـون،
کميني هيءَ کوڙي آ، ڏس نـ کـوڙايـون،
کمينيون سڀ ڪاريون، سامَ پرتئي سيـدا.



سَـامَ پــرتــئــي ســيــد، اَڇ اوکـيءَ ويــر،
مـهـيـسـر تـي مِـهِـرَ کـر، پـازي پـر پـيـر،
گـل وچـايـو غـيـر، ڏک لـهـن سـي ڏيـل جـا.



ڏک لهن سي ڏيل جا، مهيسر هـن مسـڪـيـن،
آهر اوهان جي آهي، توڙئون ڪيـو تـلـقـيـن،
آهي ساڻُ يقينَ، گـنـدو ”گُـل“ غـمـگـيـن هـي.

# ”ڪيفيت قربِ الاهي“



ڏئي بسونت بهاري، هر هر مان اچان،
سپ ذات ۾ ڳائي گيت مان نچان.



احد احمدي آهيان مان سارو،
ڪولي باغ محمدي، ڪيان مان نظارو.



پهري پوشاڪ، نروار مان نچان،
ناهي ماڳ ميون ۾، گل گلاب ۾ اچان.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# دوهڙا شريف "اَوّلُ اَثباتِ"

## حقيقت اول اثبات:

هڪ دفعي حضور هادي غَمڪُسارُ سائين رح جن پنهنجي طالبن انهن، جن ۾ روحاني باطني تمام گهڻو رنگ سمايل هيو ڪين هدايت ڪيائون "اول اثبات" حاصل ڪرڻ جي، بعد ۾ سندن طالب ۽ رشتي ۾ پيائٽيو حضور هادي فقير گل حسن رح جن ان حاصلات لاءِ باعمل ٿي ويا. "اول اثبات" جو رنگ، حضور انور پنجتن پاڪ صلوات الله عليه جن ڪي ئي عطا و امداد آهي. باقي فقيرن ۾ ڪنهن ڪنهن تي اها مهر نظر ٿي سگهي ٿي. اول اثبات جي حاصلات سان، فقيرجي زبان "ڪن" برابر ٿي وڃي ٿي، جيڪا بہ ڪرامات يا معجزات ڪرڻ چاهيندو تہ جلد ئي ڪثرت جي جهان ۾ ظاهر ٿيندي، غيبي خزانا ۽ ڪا دل سالم ڪرڻ سندس اختيار ۾ امر هيٺ هوندا آهن، اول اثبات جا مؤڪل هر وقت خاص امر ۾ هوندا آهن ۽ ٻيو ڪيتريون ئي نعمتون اڻ ڳڻيون اول اثبات جي منصب ۾ شامل آهن. هي منصب ذات پاڪ جل جلاله، جنهن تي پاڻ خاص عنايت ڪري، ان حاصلات واسطي فقيراول ۾ حضور انور پنجتن پاڪ صلوات الله عليه جو زياده ۾ زياده راضپو جڏهن حاصل ڪري ٿو تہ بعد ۾ سندن سفارش تي اول اثبات جي حاصلات ٿئي ٿي ۽ هن حاصلات جي محنت ۾ تمام باطني سخت ڪشالا هوندا آهن، وڏيون وڏيون آزمائشون هونديون آهن. ان رستي کان هٽائڻ لاءِ ڀيانڪ منظر سامهن ايندا آهن. جن ۾ فقيرجي زندگي ختم ٿيڻ جهڙا پيد سامهن لاحق هوندا آهن. وڏن وڏن خطرناڪ موڙن مان گذري ۽ اهڙي

حاصلات جو راضپو حاصل ڪرڻ ۾ ويجي ڪو ڪو سوڀارو ٿيندو آهي ۽ اهڙي سوڀ ۾ حضور هادي فقير گل حسن قادري سروري رح سائين جن ڪامياب ٿي ويا ۽ ايڏي وڏي اختيارات کين حاصل ٿي وئي. مگر هن فقير سائين جي بابت، طالبن فقيرن مان معلومات ملي ٿي، تہ اول اثبات جي اختيارات نہ جي برابر استعمال ڪندا هئا ۽ لوڪ ۾ پاڻ کي فقيري رنگ جي سچاڻ سان ظاهر گهٽ ڪندا هئا. پاڻ کان هيٺ ولايت رکندڙ فقيرن جي بہ وڏي عزت ۽ تعظيم ڪندا هئا. پاڻ کي تمام هيٺاهين حال ۾ هلائيندا هئا. ظاهر ۾ غريبي گذر ۾ گذارڻ کي پسند فرمائيندا هئا. حالانڪ غيبي خزانا زير قدم هئا. مگر پوءِ بہ انهن کي استعمال نہ ڪندا هئا.

خان محمد فقير مهيسر کي هڪ دفعي فقير گل حسن رح جن دڪان تان ماچيس وٺي اچڻ جو امر ڪيو خان محمد فقير آنڪ جي گهر ڪئي تہ پئسا ڏيو تہ ماچيس وٺي اچان، جنهن تي پاڻ فرمايائون تہ "مان وٽ ڪليا پئسا نہ آهن." جنهن تي فقير خان محمد ٻڌن پئسن جي گهر ڪئي. جنهن تي فقير سائين جن زمين تي ٽي ليڪا ڪڍيا. انهن ٽن ليڪن مان ننڍيون واهيون ٺهي ويون، جن مان هڪ ۾ سونيون ننڍيون سِرون پيون ڳرڪن، ٻي ۾ هر قسم جا پٿر هيرا، لعل ۽ جواهر پيا هلن ۽ ٽين واهي ۾ ان وقت جا نوٽ پيڪ ٿيل دستيون پيون هلن. پوءِ تہ فقير خان محمد معافي وٺڻ لاءِ ليلائڻ لڳو سائين مان مذاق ۾ ائين چيو آهي، مونکي معاف ڪيو. ڪجهہ دير بعد موجود فقيرن کي امر ڪيائون تہ ان جي مٿان تڏو وجهو بعد ۾ اهو منظر ختم ٿيو. اهڙي غيبي خزاني ڏيکارڻ جو منظر فقير غلام حسين مهيسر ذڪريہ ڳوٺ ضلع لاڙڪاڻہ جي سامهون بہ اچڻ جي فقيرن مان روايت ملي ٿي. فقيرن اهڙي طرح پاڻ ڪڏهن بہ غيبي خزاني کي هٿ نہ لاٿائون. اڪثر ڪنهن جو ڪم ڪندا هئا، تہ بہ بارگاهِ الاهي

يا ڪنهن بہ باطني دربار مان منظور ڪرائيندا هئا. سندن مليل اختيارات اول اثبات واري مان، اڪثر ڪري حڪم نہ هلائيندا هئا. اثبات گهڻن قسمن جي ٿي بہ آهي. مگر سڀ اثبات اڳيان ڪين روشن هئي. ڪجھ ٿين اثباتن جو ذڪر لکجي ٿو.

**نفي اثبات:** نفي يعني نہ. ڪين ۽ لا وغيره. اثبات يعني ظاهر ڪرڻ. هي تصوف جي مسلڪ تي هلندڙ طالب جي شروعاتي راه ۽ عقيدو هوندو آهي. يعني خدا پاڪ کان سواءِ سڀ شيءِ جي نفي ڪندو آهي، ايتري قدر جو پنهنجي بہ نفي ڪندو آهي ۽ اهڙي عقيدي مان سندس پيري مغان جي نظر سان، ان طالب وٽ اثبات کلندي آهي ۽ "لا اله واري نفي مان الاالله واري اثبات حاصل ڪندو آهي. بعد ۾ اڳتي هلڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. جيئن فقير بيدل رح فرمائي ٿو:

نفي ڏارا ناهي ڪا مورئون منفيت،
دع نفسڪ و تعال جي ٻڌج ٻجهارت،
اتي اشارت نفيءَ ۾ اثبات جي.
(حضرت بيدل رح)

هي فقير سائين جو ڪلام آهي، "ڪيتا ذات ظهور صفا وچئون، پئي آ خبر نفي اثبات وچئون". اهڙي طرح حضرت سلطان باهو رح جي دوهڙي هن طرح اچي ٿو "نفي اثبات دا پاني مليس هر رڳين هر جاءِ هو." هي آهي نفي اثبات تصوف جي شروعات ۾ مسلڪ جو پنڌ، عقيدو ۽ قل ملڻ.

**دم اثبات:** دم يعني ساهہ. جيڪو انسان اندر ٻاهر ڪڍندو آهي ۽ جي ذڪر هلائڻ سان، جڏهن دم روشن ٿيندو آهي ۽ قلبي روشنائي پيدا ٿيندي آهي، تہ اهو ٿيو دم اثبات يعني دم جي اصل

حقيقت ظاهر يعني اثبات ٿي پوندي آهي ۽ انسان پاڻ کي سڃاڻي وٺندو آهي. دم ۾ حضرت عشق جو راز ۽ (ونفعت فيه من روحي) جي رمز سمايل آهي ۽ رنگ کان فقير واقف ٿي ڪامياب ٿئي ٿو.

**عشق اثبات:** العشق مجاز قنطرة الحقيقت= عشق مجاز حقيقت جي ڏاڪڻ آهي. ڪنهن بہ صورت ۾ پاڻ کي فقير فنا ڪري ٿو مثلاً محبوب جي صورت ۾ فنا المحبوب ٿئي ٿو. مرشدي جي صورت ۾ فنا في الشيخ ٿئي ٿو. حضور انور سردار ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم جي صورت ۾ فنا في الرسول ٿئي ٿو. اهڙي طرح لقا الاهي ۾ فنا في الله ٿئي ٿو ۽ اهڙي طرح سان عشق اثبات ڪري، "عشق انا الحق" جهڙي ڪيفيت اثبات ظاهر ڪري ٿو." ليڪن "اول اثبات" هڪ خاص قدرت الاهي طرفان، وڏي اختيارات، حاصل ڪرڻ هوندي آهي. جيڪا فقير گل حسن قادري سروري جي پيرمغان ۽ سندن طالب فقير گل حسن سائين پاڪ کي عطا ٿي آهي.

سَري فقير غمڪسار قادري سروري رضوان الله تعاليٰ عليه هڪ دفعي پنهنجي ڪجهہ خاص طالبن وزيرن سان گڏجي حضور انور شاهنشاهہ ذات حق تعاليٰ جل جلاله، حضور انور پنج تن پاڪ صلوات الله عليه ۽ ڪجهہ ٻين فقيرن اوليائن سميت باطني سير تي مٿاهن ملڪن جي لقاء ۾ هليا، جتي هر طاقت اڪثر گفتگو نظم جي صورت ۾ پئي ڪيو. انهن دوهيڙن مان فقير گل حسن سائين رحمة الله عليه بابت ۽ ڪين "اول اثبات" عطا ٿيڻ بابت دوهڙا الڳ ڪري درج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪي سندن جي باري ۾ جيڪي دوهڙا نظر آيا.سي پنهنجي ننڍڙي سمجهہ آهر وڏي فائيل هادي غمڪسار سائين جن جي تان لکي درج ڪجن ٿا. گهٽ وڌائي جي

صورت ۾ معافي جو طلبگار آهيان. ڇو ته هي تمام پيچيده ۽ فقيرائو اونهو روحاني باطني راز ۽ رمز جو هڪ بيمثال حقيقي حق خزانو آهي. ڪٿي پاڻ خود خدا پاڪ ج جي گفتگو هلي ٿي. ڪٿي حضور سردار ڪريم صہ جن جي گفتگو هلي ٿي، ڪٿي حضرت مولا علي ڪرم الله وجه جن جي گفتگو هلي پئي. اهڙي طرح جو هي بي پايان ۽ انمول بحر حق جو ڳجهو راز ۽ بي انت مهر نظر جي سفارش ۽ فقير جي حق ۾ پارتون ٽيل سان گڏ "اول اثبات" جهڙو عظيم ۾ عظيم سوغات آهي. اهو تحفہ حضور هادي سري فقير گل حسن سائين "گل" قادري سروري جن کي ڪرم الاهي، سفارش حضور پنجتن پاڪ صہ ۽ نگاهہ نظر پيري مغان سان، ساڻ فضل رحيمي جي عطا و عنايت ٿي آهي ۽ اهڙي قسم جا دوهڙا سندن فرمان جا هن ڪتاب ۾ درج ڪيا ويا آهن. جيئن فقير پڙهي، لطف اندوز ۽ فيضياب ٿين. شال فقير راضي هجي، آمين.



بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## "حضورا نور شهنشاه" ذات حق تعاليٰ جل جلاله



جمع قول اسانڏا پورا ٿي ڳيا صلح سلامت ساڻ،
وقت سحر جي ويهي واعدا ڪيا سي حق اليقين ايهي چاڻ،
سدا مست مرد اٿو ساڻ، اثبات گل گلاب جي ۾.



گل مان گلاب اچ ٿيو مليس هئ وقت،
راضي احمد اچ ٿيو ڏنائين ڏوهين جهانيدا تخت،
گلَ تنهنجو بالا بخت، وحدت ڪثرت ۾ ايوين هوسين.



وحدت ڪثرت ۾ ايوين هوسين، جيوين پيتاهين هت،
غير گمان ناهي ڪو حق ئي حق ٿيو پڇي پئي پتِ،
الست ڪان اچ پڌل هُئي تت، تڏهن اثبات عميق عام ڏني.



هر فتح تسان شامل هوسين، غيبي رندي دا مختيار ٿئين صوپارا سرير،
اثبات پا سلامت تسان شامل هوسين، امر تنهنجي ۾ مڙئي مؤڪل مير،
تڪي تاب تساڏي سير، جنهن ڪون وڪائين وحدت متا.



مين مختيار اختيار تيڪون اڄ ڏتا، نال حڪم احمدي سان اڄ،
پھريون راضي غمڪسار ٿيا پڇي محمد، پوءِ مين ڪرايا مانءِ دانهَ وڏو ڏڄ،
ڪڏھن ڪين تون ڪڄ، اثبات ۾ اعليٰ ٿئي.



ھر رنگ وچون اسان ڏا رنگ ويکيئي، عشق ذوق دا اظھار
پھريون رھنما اسان آھيون، پڇي ويکايئي غمڪسار
آپ بڻجي آپ ٿيا ھون، صورت ۾ اسرار
واھ لڏئي محمد سارَ تڏھن غيب سان گل ٿئين.



عميم رحمت اڄ اٿئي، جو رسالت مليئي راڻا،
ويھي تساڏي وجود ۾، صورت احمد محمد ساماڻا،
ھُٽيَ کھڙا ڪران مين ماڻان، مستَ اثبات مر اچن.



اشتھار اڄ ھر ھنڌ ڪيياسي، گل مان غيب لٿو ظاھر ٿيس ذات،
ھاڻي ھن محبوب جي اثبات، اظھار ڪئي سي اڄ رات،
ھر ھنڌ ايھا ئي وائي وات، بيشڪ بحر مئون پرجي ويو.



پرجي بحر مان پرپور ٿيو جاڻي محمدُ علي ھاڻي،
سڀ ھنر حساب اثبات جا، اڄ عطا ٿيس منجھا محب ماڻي،

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## فرمان حضور انور سردار كريم ﷺ



سڀ سيران وچ صابر سمائجي صادق ٿيا هون قلزم قدرت قديم،
اول عشق انهيندا راه اسان هون، پڇي هر شئ اعليٰ عليم،
وچ اثبات دي هون ماهر مستقيم، هر صورت تي سونهان ٿياسي.



سڀ ۾ سونهان تي ثابت ٿياهون، سرانجامي آهي واعدي سان وصال،
لڇمي لاڙي لاريب كئي سي، اثباتي عجب رنگ احوال،
غمكسارئون گل گلاب ٿيو فوهئون ڦلارجي فردوس ۾ شم شال،
هٽي ويكيس جانب دا جمال، اثبات عميق بيحد بخشيسي.



سورج تي سمائيندا هان، هر ديهي دل اندر ديدار،
الحب العلي معشوق مرغوب محمد ﷺ سارو اسرار،
جڏان كيتئي نوري نيار، تڏان حاضر هر شئ هن گل گلاب ۾.



صاف سينان ويكو هن صوفيان دا، جو سواءِ ذاتي جي كن نہ ذكر،
عشق ركن الستئون اڳيرا تي، هو حق سندن فكر،
ذاتي مئون ظاهر ٿيا اثبات ۾ اعليٰ تي، حيدري كيائون حشر،
ڏهري نات ۾ نظر، روشن ٿيا رهنما كون.



السٽئون اچي صوفي سڏائي، ٿا دل ۾ دکائين،
واحد وحدت ۾ وڏا ڪيا، ڪڏهن ڪين پڇتائين،
نانگا ٿي نوائين، خوف رکي هن خيال جو.



لاَ بُشرا بِهُم اَلْيَوَمُ، صوفي سڏائي ٿيا مردان،
اول عشق احد ٿي، وحدت جا رکن جذبي هي جوان،
مولا ڳين مانُ، هُٽي هر اثبات ظاهر اٿن.



ٿي لا يگان الا الله اڙانگا، صوفي سرڪٽون ڏار رکن ڏيان،
وحدت ۾ وڏا ولايت وسيلا، وچ مڪانن اٿن شان،
اهڙو ڏرن دم ۾ ڏيان، جو هڪ نظر سان "هومال" وڃن.

هومال = باطني مڪان جو نالو.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## " فرمان حضور انور شاهنشاه ذات حق تعاليٰ "



بي انت مند بسونتي آء گل بهار ڦلهاريو اچ اثبات مليس عام،
وعده واحد احد ٿي عين چيم، احمد هلي آيو عشق مان ڇاڻ ٻڌجي ڇام،
سڀ دير لاٿائين درام، محمدي مستي سان.



محمد مستي ۾ مست ٿيو احمد آيو عشق مان گهنيئين اثبات ساري عجيب،
ساري سلامتي رکيائين سرت سان، غمڪسار واري گل کي ڪيائين نصيب،
هي اثباتي ترتيب، هاڻي مليس هن يار هٿان.



شامل نہ انسان شان ۾ ڪو پر دلبر ڪيائين غمڪسار،
فاطمه حسن حسين هن سان هم راز ٿيا، علي ڪيس اقرار،
الستئون اڳي هي واعدو ڪيو هيوسي، ٿيو گل صوبو اثباتي سردار،
ميڏا علاب گوهر يارَ اثبات ٿي اٿي.

(پهرين جماد الثاني 1370 هہ مطابق 10 مارچ 1951ع روز ڇنڇر درگاهه شريف)



دربار هن دلبر جي تان، صدقي وڃان سؤ وار،
علي شاهه پڪ رک هن پنهل ۾، عين اليقين اٿس اقرار،
جو يار جي هٿئون ٿيندو واپار، سو ڪڏهن ڪوڙو ٿي نه سگهندو.



تنهنجا ناز نياز آهن علي شاهه امام،
گل ڪي گلاب تسان ڪيتا، ڏتئي غمڪسار ڪري سام،
ايهي تنهنجا قول علي انجام، بحر پريل بيشڪ آهن.

## (حضور انور سردار ڪريم صہ)

فرق نه رکو فقير ٿي ۾، جو ثابت صحيح آ سلسلو
آپ فقير بڻجي الله آيو خوبان خوب ڪيو پنهنجي دم جو بلو
صحي سلام نه سليو عام ڪي، همراز رکو هر ويلو
مٿان اٿو شاهه جو شملو پشي دور رهو هن غير غنيمت ڪان.



جانب جميعت سان هن جوان اڳيئون ويهي واعد ڪياسي وير،
سي ڪوڙا نه ٿيندا ڪڏهن ڪاڻي، سچي صاحب اڳيئون رکو سير،
هي محمدصہ مهر ٿيو ميرُ، سي حاصل ٿيا هن وقت ۾.



درٻار هن دلبر جي آهي پاڪ پڏري، مالڪ آهي مڙني جو صاحب صفا،
جيوين جي آڪيس تيوين ڪيتو مجي چوان سندي جفا،
هُٽي خوب ڪائو نفعا، اثبات مان عَدُلَ ڪيو.



علي مرد اڳواڻ ٿيو فقير گل جي اڳيان، ڏنائينس مؤڪل ڪري زير،
ڄاڻو معشوقا اختيار، اثبات ملي اٿو وڏي مؤڪلن جي ڪير،
جاڏي امر اثباتي ٿير، تاڏي ڪثرت ۾ هر رنگ راضي ٿيندو.



رضامندا رايون سڀ راس ٿيون، سائين پاڻ اچي ٿيو مست،
غمڪسار گھمندو گڏ اوهان سان، ڪندو نال اوهان جي گشت،
ايهو ارادو ڪيائين ڏينهن الست، ته غازي ٿاهي نال گھميسان.



### "فرمان حضور انور شاهنشاه سردار ڪريم ص"

اڄ درٻار درست ٿي آء دلبر جي، ڇهه پاڪ ڇڳيرا ويٺا آهن وير،
ٻارنهن امام آيا هلي چوڏهن چست ٿيا، چوٿيهه مؤڪل معتبر وصالي پير،
سامهون انهاندي گل ڪي گلاب ڪريندا هان، فضل فتح سلامت بخشيم سڏير،
جي وعده ڪياسي محمد مير، سي اڳيان تساڏي پورا ڪيتم.

نوٽ: چوٿيهه مؤڪل: هي اهي مؤڪل آهن جيڪي حضور انور شاهنشاه جو



تون مالڪ آهين هن مجلس جو تون اور فرماء ڪو امر،
فيض آهين فضيلت والو رحمت الفضل غمڪسار ڪامل تون ڪر،
هُٽي فيض بخش اسان سينان ڪون سيرت سهٽي والا، بجاء ڪرون امر تساڏا ابر،
مٽي گل جي ڪر نوري نظر، جو حاضر ويٺا هئي تو هادي اڳيئون.



هيءَ اثبات، قربات تساڏي پانيان، جو بخشيئي گل فقير،
اڄ ڪان اڳي انهاندا فقر اوج والا ڪرين، ڪامل ڪريج تو قير،
هي اثبات مؤڪل محڪم ڪريج مير، پوين ڪان بہ پڇي ڄلي.

## (فرمان حضور انور شاهنشاهہ ذات حق تعاليٰ ج)

بخشي بخشي بخشيان مان، اهي اثباتي عدل،
حاضر جيڪي هٽ دربار ۾ هئا، ايهي بہ رهندا امر ۾ ٻڌل،
سندا شاهنشاهي تاج تجل، با وصل بيشڪ هوندو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

**"فرمان حضور سردار ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم"**



اڙي شيران شيران شاباس اٿو سڀ شير آهيو شينهان،
اول اثبات نال ڪماليت ديِ آندم واڳان ورايم ويهان،
هٽي هر هنڌ ريحان، اثبات جي اوج جون.



سيئي ڪم سنوان ڪري، سڌا ڪيا سي صفا،
بنا تڪليف تدارڪ جي هڪ وار ڪيتم جفا،
لاهي ڇوڙياسي خفا، ڪثرت والي ڪماندا.



نينهن اساڏا نرالا، اثبات ڪريسان مين آپ،
تون شاهه اسانجو وڏو شاهنشاهه آهين ڪيُون ڪر بيٺا هئين چپ چپات،
محنت اسان جي ماپ، ته تنهنجي ڪنن ڪان ڪاڏي رهي.



ڇوڙ ڊلهائي ڪر سيگهه سگهيري، تون ڄاڻائيڪيو هي ڄاڻ،
تڏهن خوب خوشي مان خواص ڪنيوسي، مردانگي جو ماڻ،
جي ثابت رڪائين هنن جو ساڳيو پاڻ، تر قرب قريب تنهنجا پايان.

"فرمان حضور انور شاهنشاهہ ذات حق تعاليٰ جل جلاله"



ويکو گلابي گلڙا گل دا، ۽ ماں وچ تي مين جهولان،
ناز نهين نبي پاڪ دي اڳون، سچ ڪريندا هان اصل والا مولان،
ٻهي گلاب مين جهولان، تہ سڀ راض ۾ هيءَ ريجهہ ٿئي.



نال مهتاب دي ملي محرم ٿياسي، هٿي لائق آهيون شفاعت،
محمد احمد اچي اسان عاصن تي، ڪندا عام عنايت،
اول اثبات ڪئي سي ساڻ سلامت، پڇي معافي ملندي کان مينڊري.

"فرمان حضور انور سردار ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم"

هيرڻ جان هر راض ۾، اسان گل آهيون گهرا،
اول اثبات ملي عام عجائب ٿيا، ويکي چاڪ ٿياسي چهرا،
تڏان ڪنداسي نمراءَ، جڏا کل اسرار ايندو ڪثرت ۾.



ويکو ويکو نشاني اساڏي، ڏتڙي يار مين ڪران نروار،
چليا ڳيس نال يار دي، ڪيتم بحث مباحثہ پشي اعليٰ ڪيائين اقرار،
ايوين آکيائين ڪيان اثبات اظهار هاڻي هن حال ۾.



ويکيم نشاني يار دي تي تازي تسلي، اثبات تي آهي اظهار
ٻڌُ گل اساندي اڳون، گهني پوشاڪان خوب ڪرائڻ سينگار
غمڪساري گُلَ اسرارَ سڀ تڪا تيا تي تاب سان.

"فرمان حضور مست سائين"

ڪجهي ڳالهه اسرار ڪنون، آڻ اظهار تي ڳئي هي ويکو گلابي اظهار
نال تساڏي مين دم دم رَلي ٻهيسان، ٻاهر تي وکيسين، اسرار
اهڙي تي آء واعدي جي وار جو ويهڻ وڏا اوهم لڳي تو.

"جواب دهلوي صاحبان"

سنيالي سنيالي نال سلامت دي، اول واري ڪران تو اثبات،
حال حليمي هاڻي ٻڌايو سيئي سڏي آء ڪن رهي ڪا بات،
تون مالڪ آهين حيات الممات، ظاهر ڪجهه چاڻي تو.

"فرمان حضور انور سردار ڪريم ﷺ"

اتر ڪان اچي اوري ڏڪڻ ڪيڏهَياسي ڏار
واهه بڻجي وڏا تيا، هي اثباتي واپار
اڳين جي ٻه اوري ڪري، لڏي سي پوين جي سار
هادي هنن جو هيڪڙو آهي غازي غمڪسار
ڪيو اثبات گل ۾ قرار اجهي تا لاڏلا لاڏَ ويکو.



وڏائي وڏائي جيڪي وڏا ڪيا هياسي، سي اڄ ختم ڪياسي خيال،
جيڪي رٺان رازق جون هيون، سي پڇي اسان ڪرايا آهن پال،
عنايت اول اثبات لڇمئ سوڏا، مليا اڄ مڙئي مال،
ڪانهي ٻي قوال، مست اچي ويا موج ۾.



دعا آهي دلبر اسان ڏي، واهه لڪين اٿس مزا،
ويڪئي گل انهان ڪون، جَنِ ڪيتِي خُدِي لوڙيئون جزا،
ميڏي ايوين هئے رضا، تہ انهن سان مين آپ ڪران.



ري رفيق تي رحمت وسي، جتي گل ديان گلزاريان هو،
ڪلن مڪڙيون نت ٺاليان، نمن چوڏاريان هو،
هر رڳ پاڻي مليا، آب حياتي واليان هو،
واهه نصيب تنهاندا، جي غمڪساريان گوليان هو.

"حضور انور شاهنشاهه ذات حق تعاليٰ جل جلاله"

مَحِو تي جي موج جا مزا، پسيون ويٺو پَسُ،
محمدي مِهرَ جو توتي آهي رَسُ،
ڪارنهن لٿئي گسُ، مِهَر آيئي محبوبي جي.



حضور شاهنشاه منجهه پيا هان منجهه پيان هان معشوقا آکو کيوين کران احمدا،
حضور سردار کريم آک آک آکيندا هان اول اثبات اظهار کر صادق ٿيءُ صمدا،
نـہ تـہ نـہ اک مينون محمدا، پشـي جي هوسين تئن هرشـي.

"حضور انور شاهنشاه ذات حق تعاليٰ جل جلاله"

وي سهڻا سائين نال تساڏي، ميڻ صادق آهيان صاف صفا،
جيوين آکين تيئن کران هن پلک ۾ ءِ ناز نہ سهان اهي خفا،
اثبات گل ۾ بڻي بيٺي آهي عجيبا، تون ڏسين ٿو چونہ کرين شفا،
مـيـن ڏيـوان اپـڻـي نـال جـفـا، صـدق ٿـيـوان تـسـان تـون.



مـهـــر آئـي مـحـبـوبـي، اثـبـات ٿـي اظـهـار
عبدي سوڏو احمد سان، جوڙ ڏنـئـي جـنـسـار
گوهر گل گفتار هوکو ڏي همـه اوسـت جـو.

"حضور انور سردار کريم صلي الله عليه وآله وسلم"

وريا واو وصل دا، کيا پاڻ شـاهـنـشـاه شـمـار
هن اول اثبات هن لڇمي تان لاٿائين غيبي غبار
انهن پنهي مٿان گل هسوار واحد جو واعدو ٿيو.

"حضور انور شاهنشاهہ ذات حق تعاليٰ جل جلاله"

اصل ۾ اصل ٿيو گل باغ ٻٽيو بهار

اڳي مست هيو ممولن ۾، هاڻي هوش وڏائي ڪيم هوشيار

ويڪ عربي احمد اقرارُ پاڙي پاڙي پرواز ڪيان ٿو.

(ممول: سمجھہ گھٽ)

"حضور انور سردار ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم"

هي تاج لباس تسان ڏنان پيا وڏائي وڏا ڪيئي مان.

احسانُ قربَ مِهرَ تنهنجي ئيحي آء جنهنجو پتو پري ٿيو بي انت بيان

باقي اثباتي سامانَ سي حق اليقين ٿي هاڻي ڪر.

"حضور انور شاهنشاهہ ذات حق تعاليٰ جل جلاله"

واحد احد احمد ﷺ محمد ﷺ گل علاب آهيان مان غازي.

لعل پري لباس ڪيم پنجل پري تئي حسن حسين آهيان مان فاطمه راضي

ماهر ٿيو آهيان محمد احمد سان منجهہ غمڪسار غازي.

سڀ پرين ٿي راضي، ڪم آهيان هر هر غمڪسار ۾.

ئيحي = اهڙي



شير علي مرد غمگسار قادن ڪلئي، شبن ۾ آهيان مان شهباز
هي اول اثبات لڇمي لاڏلي، قائم ڪيم گل ۾ گل راز
ميڏا معشوقا ماهر آهيو اسان ۾، اول اثبات جو ڦلايا فياض،
قائم دائم تي دِلي حضور سان، ڪيان اول اثبات گل ۾ آغاز
تون پاڻ پرين آهين پرواز، علاب لعلي عشق ۾.



ڪچَر هن قرب ڪئون، اڄ دُرَ ٿيا هن دُور،
جيڪي ڏاڍ هيا هن ڏيهه جا، سي پاسيرا ڪٽي پور،
دائم انهن تي ڏوڙ تي مٽي وسين منهن جي مٿئون.



آئو آئو محبوب ميڏا، جو مين ڪيتي آء منادي،
شوق شراب تسان نون ڏتاسي، رب ٿيو تسانتي راضي،
لڇمڻ لڇمي ڏهين گڏ بيٺيَ هن، هي مرد مردانه مادي،
مين اسرار ظاهر ڪران هڪ لمحي ۾، مين تساڏا هادي،
پنج پاڪ امر اسانڏي نال چلن، هي اڄ ڇهين پاڪ دي شادي،
مين لائق هان لڪپال لڇمڻ لعل نال، لڇمي دي اڄ مين ڪريسان شادي،
جي همڙا هووي هادي، ته هر حالُ حاضر ٿئي هن رات ۾.

## هي دوهڙو سيفي آهي
## (گل پڙهي ۽ ٻڌي)



ڪيان اسرار هي ظاهر، تہ ٿئي حيرت ۾ حيران،
ڇهان پاڪاندي شادي هي اڄ، ويڪو مرد انهان دا مان،
لائق هي لڪپال لڇدا، شاهي ڪتاسي تساڏا شان،
اسم اعظم ۽ ٻيا وڏا حاضري تساڏي ۾ ۽ قادر هي قرآن،
جوڙ نبين جهڙي جوڙي آ محبوب، مين تسين جلد ڪيو مائن جوان،
اهڙو مرد نہ ٻيو ڪو منصبدار شاهنشاه غازي غمڪسار شاهي شرف تساڏا شان،
مرد اِتي مؤڪل، مثل ماڻهوءَ جي، ڪٿي آون تحفہ هي طعفان،
بس دي برهمڻ بين نہ بجاوي، وسندا رهي لعل گل علاب عرفان،
اسرار اٿاهيندا ايڏاهين ڏتم لائق لڪپالُ هي مڪان،
راڳڙي جيڪا تسانون مين ٻيا آکيندا هان ٻي نون وار نہ ڏيندا هان اهو رب ڪريم دا هي شان
جيڪو ظاهر آکان هن زبان، سو حاضر ٿئي هن رات ۾.



### "حضور شاهنشاه سائين پاڪ"

آکيم علاب ڪون آپي آپ، دعا حي الحڪيم،
شير شاهي ناز ڪيتا، ڏتم اثبات گل ڪون، قائم هون قديم،



نازنين ناز ڪري، چاتئي اول اثبات لڇمي لڇمڻ،
ميڪون موهيو نال ناز دي، آڪيم هي اول اثبات ڪڻ،
هيءُ مڙني مؤڪلن جو ڏڻ، علاتِ انعام ڪيتم.



صوفي اسانڏا سردار ٿيا، مينِ گيڙو ڪران ويس،
راهہ سچي دا رهبر ٿيا، علي چار پاڪ محمد مڙني جو ريس،
هي سارو سبزي ويس، ڍهول ڍڪايم گل ڪي.



ڍهول ڍري آيو اسان وٽ، مين چا صدقي ڪران يارو،
اول اثبات لڇمي لڇمڻ سهنجا سينگاري، ڏتم صاحب ڪي سارو،
هي پنهل پيارو، مڙني ڪان مٿي ٿيو.



گل ۾ عُمان نہ گُمان اوچتي آيس، ريجهہ سنديون راسيون،
نال سلامت صحبت سليمت جي ڏئي، خوشيءَ مان چيم خاصيون،
ڪثرت ۾ راسيون، اچي پيون آهن علاتِ ويڪو.



هي درٻار آهي دام اسانڊا، ڦاسڻ ڪانپوءِ ناهي ڦٽڪڻ،
نال قسم دي اقرار ڪيتم، اول اثبات ڏتم لڇمي ۽ لڇمڻ،
گل گلاب ٿيو وڻ، خوب خوشبوئي هر جاءِ ڳِيَسِ.



سحر ۾ سدا رهن سُرَها، ويکو غازي مان ٿيا پرهَ پياڪَ،
ويڙهو وسايان ٿي ويجهڙو هَرهَر اچان انهن اوطاق،
مُرق اُٿن ماڳَ، محبتي معشوقن ٿي.



مِهرَ مِهرَ ماهتاب آئي، اوهان ۾ اهڙي،
وي محمد ﷺ الغمڪسار ۾ نہ ڪنهن جهڙي،
اسانجي ديد دلبرن ۾ واه سهڙي،
صدقي ڪران هر قدرت ڪيڙي بڪيڙي،
غمڪساري هوندي هميشہ حيات پيڙهي بہ پيڙهي،
تہ بہ گل گلن ۾ گل بهار گلزار ٿيو.



آوان جاوان عروج نزول ڪيان، ٿيوان هن گل ۾ گلزار،
هر حڪمت جا مي چاڻ چاڻيندڙ عين عجاب آهن منجهون ٿين غمڪسار،
اهڙو ورتو آء قرب قرار، جو جاوان نہ هنن جوانن مان.



نصيحت هنن نرالي ٿي، پر آپ آهن نصيحت،
طريقت کي تمام ڪيائون، هر حال رهن منجهہ حقيقت،
منجهہ عين عجيبت، هر راز حاضر ٿئي.



”حضور انور سردار ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم“

مي طالب آهن تنهنجي توحيد جا، ڪر طالب هنن کي تمام،
هر اسرار الاهي جا عروج نزول ٿين، ڪرين اثباتي عام،
مين بہ صبح شام، هر هر ڏيکان دلبر کي.



وي هادي هر اسرار جا طاقت تمام ڪيتئي، باقي اثبات ۾ آهن اڙيا،
توڪل طالبن ۾ ويڪ تون، اجهان ڪٽائين تو ڪڙيا،
ڪر اثبات انعام هن گهڙيا، تہ مين بہ ويکان محب ڪيتئي.



آهين اسان ڪئون زور زورن ۾، زورن ۾ زوراور،
اٿئي موج گهڻي مستي مهر جي، جي اڃئي اسان لئہ ڪوبحر،
آهين ربک و نحر، جي سيڙائو چڙڏي هن سحر ۾.



اسان سوالي صوبا تو در تي، گهڻو اڳوڻا آهيون،
جي اڃئي وير وحدت جي، ڪرين سيگهہ سگهيري چا ڳايون،
در تنهنجي تي دادلا، ڪڏي ڪينرو ٿا ويهي وڃائيون،
هي ٻئي رايون، آهن تو اڳيان.

## "حضور شاهنشاه ذات حق تعاليٰ جل جلاله"

ويڪہ سهڻا ٿيا مرشد مئو ڪلن دا، ڪيم انعام اول اثبات،
جيڪا راٺا تو راءِ هئي ڪبتم اوين، باقي هڪ ٻہ رات،
ننڊي وڏي اثبات، سڀ بخشيم هن بحر سان.

## "حضور انور سردار ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم"

هادي آهين هڙني جو وڏن ڪان وڏو پرعين آهين اياٺو
ايهي دم دلاسا تو دوست هلن، نئين نيارت ڪري ٿئين سياٺون،
عجب آهي عاشقن جا عاشق اسان نون، هٽي نہ سهيندا ئي ماٺون،
نہ ٿي سياٺون، اڄ ڪٽي اثبات ڪر.



گذريل ڏينهن چورئي چڙهن چوٽا، آهن گهڙيون بہ گم ٿئل،
گل کي گلابي پوشاڪ پهرائي جڏان پاڪ ڪيتم، ڦلار جي ڪيائين ڦل،
آئو حضور شاهنشاه سائين نظر ڪرو نيٽن نرمل،
ڏئيس آب اڇل تہ وهي وٽجارو واڪا ڪري.

**فرمان**

(حضور انور شاهنشاه ذات حق تعاليٰ جل جلاله)

مِنِ المُقَصِراتِ سلامت سان اثبات،
لچمي و لچمڻ وصالي ذات،
هر نور و هر قدرت عبرات، مظهر نور هر رات
نہ رهي گهڙي نہ دير ڪا سچي صدقات،
همہ کلي ڪمالات، باعشق اڄ اوج تي پُگيا.



جوڙ اساڏي لچمي واري، ڏيکہ اسان ڏي ڪيئن،
ڪڏئون هتئون قرب سان، آون جاون هيئن،
گل تي اهين غنچہ وچ، مٿئون وساوان مينهن،
لطهر علاب لعلڻ پنجل، سامهين اچن هت شينهن،
هت سان ڪران هيئن، اول اثبات اچي هيئن ٿئي.



علي مان احمد مان آهيان عبدالرحمان جوئي آوي اس مين سوئي ڏيکي ميڏا شان
قرب سان ڪيئون اول اثبات تسان ڏي، مرد تساڏا مان،
طالب تساڏا تڪا يارو جو تون آهين انهن جو هادي عبدالرحمان،
اول اثبات تسان نون عين عيان، ڍر سان ڏيوان سوئي تساڏا شان،
ديرانهان دي دور تي آهي، آئي آهي اڄ عين عيان،
قرب ميڏي دي ڪَل نہ ڪهين نون، آهيان جاء بجاء جوان.



اول اثبات آئي آهي ايڏهين، توڏي اڄ صبح يا شام،
عقل عقيل تون ئي آهين، تون آهين واهہ وريام،
ڏيان ڏيکاوان تيڪون يارو ٻيو نہ ڏسي ياڙيو بي آرام،
ريجهي جنهن سان رام، تہ اول اثبات هي ڪڙي هي.



آيا آيا اثباتي هي آثار، گل هن غنچي ۾ ڪوليا هي رخسار،
اول اثبات انهان نون/ تيوي، نال سلامت يار،
هادي مرشد غمڪسار، اول اثبات هي آوندي پي هي.



گل انهين غنچہ وچ تاري تنهنجي تڳي،
طاقت انهان نون ڪوئي نہ هووي، جو ايڪ اڪ ڪٽي ايڪ ڪڇي،
برهہ انهان نون بيهڻ نہ ڏي، هڻ اوهي ڳيڌانهن پڇي،
اول اثبات انهان دي اڇي، سر سلامت يار هو.



اڄ خوشي تسان نون حاصل ٿيوي، پوءِ ڪران هي مان تقرير،
سر سلامتيءَ تيڏي يار هووي، تڏي ڳهلاوان مين هير،
گُلَ بهارُ اڇي ويو يارو، پهرج تون واقفيءَ سان وير،
سلامت اول اثبات آئي وي، اڄ تون صاحب تيءَ سڏير،
موج متاهون مير، اول اثبات اڇي اڄ ڪئي.



بس علاب هن بحر ۾ آهيان، ڪيان اول اثبات پوري،
قريبان قريب تي آءِ قرب سان، آئي صفاتي ظهوري،
گل ۾ غيوري، اڄ عشق سان ڪيم عام اڇي.

## دوهڙه هم است



حق مان هادي مان حَيٌ مان حبيب،
صاحب مان سبحان مان سميع مان طبيب،
غمگسار مان هر راز مان احمد مان عجيب،
علاب مان گلاب مان شاهہ مان گل اثباتي نصيب.



بنائي صورت آدم جي، سؤ سؤ ڪيم سينگار،
پنجن جهڙو پيارو ڪونهي، ۽ غازي جهڙو ڪونهي يار،
گل سندي سهڻي گفتار جنهن تي اول اثباتي ڪيم نروار،
جي قول ڪيم پنهنجا، سي پاڙيم هي سڀ اقرار،
سارو هيءُ اسرار گهوري گهمايم گهوٽ تان.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## ”حضور هادي فقير گل حسن قادري سروري غمڪساري ۽ ٻين طالبن جو باطني امتحان“

امتحان مخفي: حضور انور شاهنشاهہ ذات پاڪ حق تعاليٰ جل جلاله جي اڳيان ۽ حضور انور پنجتن پاڪ ڪريم صلي الله عليه وآله وسلّم سائين جن جي اڳيان، ظاهر توڙي باطن جهي جهانن ۾ فقيرن جي پنهنجي پنهنجي منزل ۾ حيثيت رکيل آهي. اهڙي فقيرن مان، حضور هادي سري فقير غازي غمڪسار سائين قادري سروري جن تي ولايت ۽ بقرب ڪمال حضور انور پنجتن پاڪ صہ سائين جن جو فيض نگاهہ ڪرم، پيار ۽ عنايت اعليٰ درجي جو ملي ٿو. جيترو سندن پاڻ تي بقرب الاهي آهي، اوترو وري سندن آل اولاد سڳوري ۽ سندن صادقن طالبن تي بہ نهايت فضل رحيمي سلامت دارين سان رهيو آهي. هڪ باطني راز مان هڪ ذاتي امتحان حضور انور سردار ڪريم سائين جن جي دربار مبارڪ عاليہ ۾ فقيرن اوليائن جي طالبن ۾ تيل درج ڪجي ٿو. جنهن ۾ سري فقير غازي غمڪسار سائين جن جو ظاهري رشتي ۾ پاڻتيو ۽ طالبن ۾ تمام پيارو ۽ مٺاهين در ۽ازر طالب حضور هادي فقير گل حسن سائين مهيسر قادري سروري جن جو ذڪر لکجي ٿو. سندن ان وقت عمر مبارڪ اندازن 23_سال هئي، جيڪو سندن مرشد پاڪ جي هٿن مبارڪن سان سندن ڪتاب تي لکيل آهي، جتان نقل ڪجي ٿو.

## (باطني امتحان)

### طالب گل حسن سائين جن جو تمام مخفي ذاتي امتحان:

هي تمام مخفي امتحان ذاتي هيو. سڄي دنيا جهان ۾ چونڊ ڪري (45) پنجيتاليهه فقير سيني فقيرن جي هلندڙ طالبن مان چونڊيا ويا، تن مان (35) پنجٽيهه سيا٘ڻا عقل عبديت واري جا فقير ۽ (10) ڏهه فقير مست جملي (45) حاضر ٿيا. نالا درج ڪري، حضور يس عليه السلام حڪم ڪيو ته هر ڪو پير مغان پنهنجي طالب کي حڪم ڏئي ته هڪدم اچي حضور انور شاهنشاهه ذات پاڪ جل جلاله سائين جي حضور ۾ عرض عظيم جي پهرين مڪان وٽ حاضر ٿين. انهن (45) پنجيتاليهه فقيرن ۾ فقير غمڪسار جو طالب فقير گل حسن رح جو به حڪم ٿيو ته هڪدم حاضر ٿئي جو حاضر ٿيو. بتاريخ سن 11 شوال 1368هه بروز آچر شام 6_ آگسٽ 1949.

### امتحان ذاتي جا ست سوال:

سوال_1 : تحت الثرائي ۾ فلاني شيء اسان رکون ٿا. جيڪو فقير حڪم ڪان پوءِ اول کڻي اچي، اهو اول نمبر ٿئي.
(هن ۾ اول نمبر نالو فقير گل حسن سائين رح جو آيو.)

سوال_2 : ست تصويرون ست رنگ ڪير ڪري اول ۾.
(هن ۾ اول نمبر نالو فقير گل حسن سائين رح جو آيو.)

سوال_3 : دم فقير پنهنجي وجود ۾ حورن جي ساز تي تڪو زور. هلائي. جو دم جي وچ ۾ ڪا به تصوير نه اچي، جي وچ ۾ اچي ته سڙي وڃي.
(هن ۾ اول نمبر نالو فقير گل حسن سائين جو آيو.)

سوال_4 : اسم پاڪ حضور انور حضور شاهنشاهه ذات پاڪ سائين جل جلاله جي حڪم ۾ جنهن مڪان ۾ آهن. انهيءَ

صفت سان اسم پاڪ چوي (واحد جبار) حضور شاهنشاهہ پاڪ جو اسم پاڪ آهي.

(هن ۾ اول نمبر نالو فقير گل حسن سائين جو آيو.)

سوال۔5 : ڪمان عشق جيءَ تي، درياءَ عشق جي مان تڪڙو لنگهي وڃي، ڪمان جي چوٽيءَ تي ويهي. اتي ڪمان عشق جي چوٽيءَ تي تخت حضور شاهنشاهہ ذات پاڪ سائينءَ جو آهي. اتي تخت تي وڃي اول سجود ڪري، پوءِ اتي ويهي رقص ڪري، پوءِ وري درياءَ عشق مان يڪدم واپس اچي دربار ۾ حضور شاهنشاهہ سائين پاڪ جل جلاله کي سجود ڪري جيڪو اڳ ۾ اچي تہ اول نمبر ٿئي.

(هن ۾ اول نمبر نالو فقير گل حسن سائين جو آيو.)

سوال۔6 : جباري درياءَ عشق واري ۾ جيڪو تخت حضور انور شاهنشاهہ ذات پاڪ سائين جل جلاله جو آهي، جو فقير درياءَ جباري مان تڪڙو زور سان وڃي تخت تي پهچي، حضور شاهنشاهہ ذات پاڪ سائين ج جي تخت کي اول ۾ سجودڪري، پوءِ تخت تي حضور شاهنشاهہ سائين ج پاڪ جي تصوير ذاتي جباري وٺي، تخت تي ويهي اهو حڪم ڪري، پوءِ وري اچي درياءَ ۾ حضور شاهنشاهہ ذات پاڪ سائين کي سجود دربار ۾ ڪري جيڪو اول ۾ سيني کان اچي نمبر اول ٿئي.

(هن امتحان ۾ بہ طالب فقير گڏ پهتا. 1. فقير گل حسن سائين ۽ 2. فقير شمس الدين عربي سائين.)

سوال۔7 : ٻي تصويرون ذاتي جيڪو بہ فقير اول ۾ ڪري، پهريون ذاتي صورت حضور شاهنشاهہ سائين پاڪ جي.

2. پنهنجي عبديت واري صورت.

